# لطيفي

# معلومات

(موضوع وار)

مرتب

راهب علي لاڙڪ

شاهه لطيف ڪتاب گهر

# سورھ سنڌي ادب




## صاحب خان سورھ ميرائي

Cell No: 0344 3919786

0300 3404488

كتاب جو نالو: لطيفي معلومات
ترتيب: راهب علي لاڙڪ

چاپو پهريون: © شاهه لطيف ڪتاب گهر 2006ع
ڪمپوزنگ: انور حسين سومرو
روشني ڪمپوزرز اينڊ پرنٽرز، حيدر چوڪ، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد.
ڇپرائيندڙ: شاهه لطيف ڪتاب گهر، گاڏي کاتو، حيدر چوڪ حيدرآباد

## اسٽاڪسٽ

سچل بوڪ سينٽر، ممتاز مارڪيٽ - حيدرآباد
ڪاٺياواڙ اسٽور - اردو بازار، ڪراچي
حسين عامر نيوز ايجنسي، مين بس اسٽاپ، سجاول
رابيل ڪتاب گهر - لاڙڪاڻو
رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعه سينٽر - لاڙڪاڻو
نئون نياپو، ڪتاب مرڪز، گهنٽي ڦاٽڪ - لاڙڪاڻو
شاهه لطيف ڪتاب، ميهڙ
سليم نيوز ايجنسي، نيو بس اسٽينڊ - دادو
جنيد بوڪ ڊيپو - دادو
مرچو لال بوڪ ڊيپو - بدين
عزيز ڪتاب گهر - بندراج روڊ، سکر
ڪتاب مرڪز - فيريئر روڊ، سکر
يونائيٽيڊ بڪ لينڊ - مهراڻ مرڪز، سکر
نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس
قاسميه لائبرري - ڪنڊيارو

## فهرست

## مرتب پاران

حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي دنيا جو بي مثال شاعر آهي. ان متعلق جيڪو به لکجي اهو تمام گهٽ آهي. هن ڪتاب کان اڳ ۾ هن موضوع تي جناب عبدالجبار جوڻيجي، راز شر ۽ ڪمال ڇانڊيو سٺو ڪم ڪيو آهي. پنهنجي ڪم کي انهن جي ڪم سان نٿو ڀيٽي سگهان. پر گهڻن سالن کان اندر ۾ اڻ تڻ هئي ته مان به لطيف سائينءَ جي عاشقن ۾ نالو ڳڻايان.

استاد عبدالقادر ڪوسي صاحب، شاهه سائين متعلق سوال ۽ جواب ترتيب ڏيڻ جي صلاح ڏني، پوءِ سچل فقير لاڙڪ جي اوطاق ۾، مرحوم محمد مٺل فقير کان، شاهه سائين جي بيتن جي تشريح ڪرائيندو هئس ۽ شاهه سائين جي ڪلام جي انوکن لفظن جون معنائون به فقير صاحب کان پڇندو هئس. ان سان گڏ شاهه بابت ڇپيل ڪتابن جو مطالعو به ڪندو رهيس. اهڙي طرح ٻن ٽن سالن ۾ ٿورو ٿورو مواد سهيڙي شاهه سائين جي زندگيءَ ۽ شاعريءَ سان گڏ همعصرن، شاهه جي دور، شاهه متعلق اديبن جي تحقيق ۽ لکيل مضمونن ۽ مقالن مان موضوع وار سوال جواب سهيڙي ڪتاب ترتيب ڏيندو رهيس.

اميد ته منهنجو هيءُ پورهيو پڙهندڙن اڳيان قبول پوندو ۽ منهنجي غلطين کي نظرانداز ڪندا ته سندن ٿورائتو رهندس.

مون کي پڪ آهي ته موضوع وار معلومات تي مبني هيءَ ڪتاب "لطيفي معلومات" اسڪولن ۾ ڪوئيز پروگرامن ۾ حصو وٺندڙ شاگردن توڙي ذهني چٽاپيٽيءَ وارن مقابلن ۾ حصو وٺندڙ دوستن لاءِ نهايت ڪارائتو ثابت ٿيندو.

فقط

**راهب علي لاڙڪ**

ڪاهي راهو

ضلعو نوشهرو فيروز

## شاهہ جي زندگيءَ ۽ ان دؤر بابت ڄاڻ

سوال: شاهہ صاحب جي زندگيءَ جو احوال سڀ کان اول کهڙي ڪتاب مان مليو؟

جواب: فارسي ٻوليءَ جي مشهور ڪتاب ”تحفة الڪرام“ ۾.

سوال: ”تحفة الڪرام“ ڪتاب ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: مير علي شير قانع جو.

سوال: ڪتاب تحفة الڪرام جو سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪنهن ڪيو ۽ ڪهڙي اداري ڇپرايو؟

جواب: هن ڪتاب جو ترجمو مخدوم امير احمد ڪيو ۽ سنڌي ادبي بورڊ ڇپرايو.

سوال: علي شير قانع کان پوءِ ڪهڙي ليکڪ شاهہ صاحب جو ذڪر پنهنجي ڪتاب ۾ قلمبند ڪيو؟

جواب: سر رچرڊ برٽن.

سوال: سر رچرڊ برٽن پنهنجي ڪهڙي ڪتاب ۾ شاهہ صاحب جو احوال ڏنو آهي؟

جواب: پنهنجي ڪتاب ”سنڌونديءَ جي واديءَ ۾ رهندڙ قومون“ ۾.

سوال: ڇا رچرڊ برٽن جو مٿيون ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿيو آهي ۽ ڪهڙي اداري ڇپرايو آهي؟

جواب: هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ حنيف صديقي ترجمو ڪيو آهي ۽ سنڌي ادبي بورڊ ڇپرايو آهي.

سوال: شاهہ جي زندگيءَ متعلق پهريون ڪتاب ڪهڙو ڇپيو ۽ ڪهڙو ڪارڻ، ان جي لکڻ جو سبب بڻيو؟

جواب: سر بارٽل فريئر، جنهن جي نالي سان ڪراچي ۾ فريئر حال آهي، ان جي ڏيءَ جي وندر لاءِ شاهہ جي سوانح عمري لکائي وئي.

سوال: مٿيون ڪتاب ڪڏهن ڇپجي مارڪيٽ ۾ آيو؟

جواب: مٿيون ڪتاب ڇپجي نہ سگهيو. ان جو مسودو سنڌي ۽ انگريزي زبان ۾ ڪمشنر صاحب جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي.

سوال: اهڙي ڪنهن ٻئي اوائلي ڪتاب بابت ڄاڻو ته. جنهن ۾ شاهہ صاحب جي زندگيءَ جو احوال ڏنل هجي؟

جواب: شاهہ صاحب جي زندگي بابت ديوان ڏيارام گدومل پنهنجي ننڍڙي رسالي "سنڌ بابت ٿورو ذڪر" ۾ گهڻو ٿڌو شاهہ جي زندگيءَ بابت احوال ڏنو آهي.

سوال: شاهہ جي زندگيءَ بابت اهو ڪهڙو ڀرپور ڪتاب آهي جنهن ۾ شاهہ جي زندگيءَ جي مختلف پهلوئن تي مواد ملي؟

جواب: مرزا قليچ بيگ جو لکيل ڪتاب "احوال عبداللطيف"

سوال: شاهہ صاحب جا وڏا ڪٿان لڏي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا؟

جواب: شاهہ صاحب جا ابا ڏاڏا هرات (موجوده افغانستان جي شهر) مان لڏي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا.

سوال: شاهہ صاحب جي وڏڙن مان ڪهڙي بزرگ جو احوال معلوم ٿي سگهيو آهي؟

جواب: سيد مير عليءَ جو.

سوال: سيد مير علي جي ڏينهن ۾ افغانستان تي ڪهڙي حاڪم جو راڄ هو.

جواب: امير تيمور جو.

سوال: امير تيمور، شاهہ صاحب جي وڏڙن مان ڪهڙن کي برصغير جي الڳ الڳ پرڳڻن جو حاڪم مقرر ڪيو؟

جواب: امير تيمور 1398ع ۾، شاهہ صاحب جي ڏاڏنگ مان سيد مير علي جي ڇهن پٽن مان ١. مير عبدالباقيءَ

ڪي اجمير جو حاڪم، ۲. مير عبدالواحد ڪي ملتان جو حاڪم، ۳. مير عبدالرزاق ڪي بکر جو حاڪم. ۴. مير ابوبڪر ڪي سيوهڻ جو حاڪم مقرر ڪيو. جڏهن ته مير شرف الدين خانگاهه ۾ رهڻ پسند ڪيو ۽ مير حيدر شاهه ڪي پڻ حڪومت آڇي وئي. پر هن انڪار ڪيو.

سوال: شاهه عبداللطيف ڀٽائي سيد مير عليءَ جي ڪهڙي پٽ جي اولاد مان آهي؟

جواب: سيد حيدر شاهه.

سوال: سيد حيدر شاهه هرات کان پنڌ ڪري سنڌ جي ڪهڙي شهر ۾ اچي سڪونت اختيار ڪئي؟

جواب: پراڻن هالن ۾.

سوال: سيد حيدر شاهه سنڌ جي ڪهڙي ذات مان شادي ڪئي؟

جواب: هالا ذات جي شخص شاهه محمد هالي وٽان.

سوال: سيد حيدر شاهه کي هالا ذات جي گهرواريءَ مان جيڪو پٽ ڄائو ان جو نالو ڇا هو؟

جواب: سيد مير علي (جيڪو سندس ڏاڏي جو به نالو هو)

سوال: حيدر شاهه جي پٽ سيد مير عليءَ پنهنجي پٽ جو نالو ڇا رکيو؟

جواب: سيد احمد شاهه.

سوال: شاهه صاحب جا وڏڙا ڪهڙي نڪ سان مشهور آهن؟

جواب: ميرڻ پوٽا.

سوال: ميرڻ پوٽن ڪٿي رهائش اختيار ڪئي؟

جواب: مٽياريءَ (متعلوي) ۾.

سوال: ميرڻ پوٽن مان ڪهڙي سنڌ جي مشهور بزرگن جو احوال ملي ٿو؟

جواب: شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري جو.
سوال: شاهہ عبدالڪريم بلڙي واري جو تفصيلي احوال ڪھڙن ڪتاب ۾ ملي ٿو.
جواب: ”بيان العارفين“ ۾ جو ميان محمد رضا عرف مير دريائي ٺٽويءَ سن 1628ع ۾، شاهہ ڪريم جي وفات کان فقط ڇهہ سال پوءِ لکيو.
سوال: شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي شاهہ ڪريم تائين شجري جو سلسلو ٻڌايو؟
جواب: شاهہ عبداللطيف سيد حبيب الله شاهہ جو پٽ سيد عبدالقدوس جو پوٽو، سيد جمال شاهہ جو پڙ پوٽو هو ۽ سيد شاهہ جمال وري شاهہ عبدالڪريم جو ٽ ن نمبر پٽ هو.
سوال: شاهہ صاحب جي والد جو نالو ڇا هو؟
جواب: شاهہ حبيب.
سوال: شاهہ صاحب جي والده سڳوري سنڌ جي ڪھڙي مشھور خاندان مان هئي؟
جواب: مخدوم ڏياڻيءَ جي خاندان مان.
سوال: شاهہ سائين جي ڪھڙي ڏاڏي کي سنڌ جو ڇاسر سڏيو ويندو آهي؟
جواب: شاهہ ڪريم بلڙي واري کي.
سوال: شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ڪٿي ڄائو؟
جواب: شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، هالا تعلقي جي هالا حويلي ڳوٺ ۾ ڄائو، جيڪو ڀٽ شاهہ کان ارڙهن ميل پري آهي.
سوال: ٽرمپ جي لکت موجب شاهہ صاحب جو جنم ڪڏهن ٿيو؟

جواب: ٽرمپ پنهنجي ترتيب ڏنل شاهه جي رسالي جي ديباچي ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته شاهه صاحب 1680ع ۾ ڄائو ۽ 1747ع ۾ وفات ڪيائين.

سوال: شاهه صاحب جي جنم بابت اڪثر محقق ڪهڙيءَ راءِ تي متفق آهن؟

جواب: ان راءِ تي ته شاهه صاحب 1689ع يا 1690ع ۾ ڄائو ۽ چوڏهن صفر 1752ع تي وفات ڪيائين.

سوال: شاهه سائين ڪهڙي بزرگ هستيءَ جي دعا سان جنم ورتو؟

جواب: سيد هاشم شاهه جي دعا سان.

سوال: شاهه صاحب آخوند احمد وٽ ڪيترا سال قرآن شريف پڙهيو؟

جواب: هڪ سال.

سوال: شاهه صاحب جو والد شاهه حبيب، هالا حويلي کان لڏي ڪٿي اچي آباد ٿيو؟

جواب: ڪوٽڙيءَ ۾.

سوال: شاهه صاحب جي والد شاهه حبيب ڪڏهن وفات ڪئي؟

جواب: ١١٥٥ هجري مطابق 1742ع ۾.

سوال: شاهه سائين پنهنجي محبوب لاءِ ڪهڙو رنگ پسند ڪيو هو؟

جواب: ڳاڙهو رنگ (لالڻ)

سوال: انگريز ڪمشنر سر بارٽل فريئر شاهه سائين جي زندگيءَ جو احوال ڪهڙيءَ سن ۾ لکڻ جو حڪم ڏنو؟

جواب: 1851ع ۾، اهو ڪم 1851ع کان 1859ع تائين جاري رهيو.

سوال: ڪتاب "هندستاني مسلمان" جي صفحي 323 تي شاهه لطيف جو احوال ڏنل آهي اهو ڪتاب ٻهريون پيرو ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: 1966ع ۾.

سوال: 2 ۽ 3 مارچ 1973ع تي شاهه صاحب جي سوانح حيات تي لکيل ڪتابن جي نمائش سنڌ جي ڪهڙي شهر ۾ ٿي؟

جواب: حيدرآباد شهر ۾.

سوال: 1973ع ۾ لطيف سرڪار جي شاعري ۽ زندگيءَ تي لکيل ڪتابن جي نمائش جي صدارتي تقرير ڪنهن ڪئي؟

جواب: پروفيسر سيد غلام مصطفيٰ شاهه.

سوال: سنڌي نظم ڪتاب ۾ شاهه لطيف جي سوانح ۽ شاعري ڪيترن صفحن تي مشتمل آهي؟

جواب: نون صفحن تي.

سوال: شاهه صاحب کي مجازي عشق ڪهڙيءَ عمر ۾ لڳو؟

جواب: ويهن ورهين جي عمر ۾.

سوال: شاهه سائين جي دور ۾، سنڌي زبان لاءِ ڪهڙو ڀهاڪو مشهور هو؟

جواب: سنڌي وائي قلم نه آئي.

سوال: شاهه سائين ڪاهوڙي ٿيڻ لاءِ ڪيترن اهم اصولن کي اپنائڻ جي هدايت ڪئي آهي؟

جواب: ٻن اهم اصولن کي.

سوال: سر ڪاهوڙيءَ جا سڀ کان وڏيڪ بيت ڪهڙي شاهه جي رسالي ۾ ڏنل آهن؟

جواب: بمبئي واري ابوالحسن جي سنڌي ڇاپي ۾.

سوال: شاهه صاحب وڏهي جهپ واري ڍهر مٿان اتر اولهه طرف هڪ چار جي وڻ ۾ چلو ڪڍيو هو، ان جاءِ تي پوءِ سندس ڪهڙن فقيرن چله ڪشي ڪئي؟

جواب: يارو فقير ۽ پارو فقير.

سوال: حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي دور ۾ ڪڻڪ هڪ رپئي جي ڪيتري ملندي هئي؟

جواب: اڍائي مڻ.

سوال: شاهه صاحب جي وفات وقت ميان سرفراز ڪلهوڙي جي عمر ڪيتري هئي؟

جواب: هڪ سال.

سوال: شاهه حبيب پنهنجي پٽ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ کي ڪهڙي شهر ۾ ڪپڙي رڱڻ جو هنر سکڻ لاءِ ويهاريو هو؟

جواب: مٽيارين ۾.

سوال: شاهه سائين جي [illegible] ۾ سنڌ تي سالياني ڪيتري ڍل مڙهيل هئي؟

جواب: ويهه لک روپيا.

سوال: شاهه سائين جي دور ۾ نادر شاهه سنڌ مان ڪيترا ڪروڙ ڦرلٽ ڪري پاڻ سان کڻي ويو؟

جواب: هڪ ڪروڙ.

سوال: احمد شاهه ابداليءَ جڏهن سنڌ تي ٻيو ڀيرو حملو ڪيو تہ شاهه صاحب ڪيترن سالن جو هو؟

جواب: ان حملي کان اڳ شاهه صاحب هن دنيا مان برقعو مٽائي چڪو هو.

سوال: شاهه صاحب جي ڏينهن ۾ سنڌ جي سالياني اپت اٽڪل ڪيتري ٿيندي هئي؟

جواب: اٽڪل اسي لک رپيا.

سوال: شاهه صاحب جي دور (1730ع) ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي، نادر شاهه کي ڪيترو سالي‌انو خراج ڏنو؟

جواب: ايڪيھ لک رپيا.

سوال: شاھ صاحب جي دور ۾ ڪلاچي بندر مان اٽڪل ساليانی اپت ڪيتري ٿيندي هئي؟

جواب: ڇھ لک سورنهن هزار روپيا.

سوال: جڏهن نادر شاھ هرات تي قبضو ڪيو تہ شاھ صاحب جي عمر ڪيتري هئي؟

جواب: انٽيھ سال.

سوال: جنهن وقت نادر شاھ، سلطان اشرف غلزئيءَ کان ايران آزاد ڪرايو تہ ان وقت شاھ صاحب جي عمر ڪيتري هئي؟

جواب: ٽيٽيھ سال.

سوال: جڏهن نادر شاھ ڪابل تہ قبضو ڪيو تہ ان وقت شاھ صاحب ڪيترن سالن جو هو؟

جواب: ڇٽيھ سالن جو.

سوال: شاھ صاحب جي دور ۾ سنڌي ماڻهن جا عام ڌنڌا ڪهڙا هئا؟

جواب: هاريور، مال چارڻ، مڇي مارڻ، ڪنڀارڪو ڪم ڪرڻ، چرخو هلائڻ.

سوال: شاھ سائين جي دور ۾ ڪهڙو شاهي رستو حيدرآباد کان دهليءَ تائين ويندو هو؟

جواب: راوري نالي رستو.

سوال: شاھ صاحب جي وفات کان ڪيترا سال پوءِ احمد شاھ ابداليءَ ديرھ جات جو علائقو، ميان غلام شاھ ڪلهوڙي جي حوالي ڪيو؟

جواب: وفات کان ڏھ سالن کان پوءِ.

سوال: شاهه جي ڏينهن ۾ ٺٽي ۽ ان جي پرپاسي ۾ ڪيترا هزار ڪوري، ڪپڙي اڻڻ ۽ رنگ سازي جو ڪم ڪندا هئا.

جواب: ويهه هزار.

سوال: شاهه صاحب جي ڏينهن ۾ ٺٽي ۽ ان جي پرپاسي ۾ ڪيترا اسلامي مدرسا هئا؟

جواب: چار سئو مدرسا.

سوال: جنهن وقت نور محمد ڪلهوڙي کي خدايار جو لقب مليو ان وقت شاهه سائين جي عمر ۾ ڪيتري هئي؟

جواب: ٽيهه سال.

سوال: شاهه سائين جي دور ۾ سنڌ سان ڪهڙن ڪهڙن ملڪن جا واپاري تعلقات هئا؟

جواب: سلون، بنگال، هندستان، چين ۽ عرب دنيا سان.

سوال: لاکيٽو لطيف "بدام" جي ڪهڙن بزرگن جي مزارن تي فاتح خواني ڪري، پوءِ پراڻ جو ڪاہو ڪپ وٺي سما ننگر جي ڪنڌرن ۾ پهتو؟

جواب: جهڏي فقير، خاڪي پير ۽ ڦل فقير جي مزارن تي.

سوال: لطيف سائين جي دور ۾ ڪهڙي عورت ٺٽي جي دبير مسجد جهڙي هڪ مسجد جوڙائي؟

جواب: مائي ڄامان.

سوال: شاهه صاحب جي دور ۾ پُراڻ نديءَ جا ڪهڙا پتڻ مشهور هئا؟

جواب: ڪاهوءَ جو پتڻ، ڪاڪ جو پتڻ، جهلوري، واگهربجي ۽ ابهاري جو پتڻ.

سوال: شاهه سائين جي دور ۾ بدين جي سرزمين کي ڪهڙي نالي سان سڏيو ويندو هو؟

جواب: چاچڪان.

سوال: شاهه صاحب کي سنڌ جي ڪهڙي شهر سان خاص لڳاءُ هو؟

جواب: بدين شهر سان.

سوال: هي ڪنهن جو قول آهي؟ ”ڪنهن جو مخالف نہ ٿجي پر پنهنجي نفس جو دشمن ٿجي.“

جواب: حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو.

سوال: جنهن وقت ابڙا شاهه صاحب سان وڙهڻ لاءِ لنيون کڻي آيا تہ شاهه صاحب ابڙن کي ڪهڙو پاراتو ڏنو؟

جواب: هوندا هميشہ پر اوڄ نہ ڪندا ابڙا.

سوال: شاهه صاحب قادري طريقي جو ذڪر ۽ تلقين ڪنهن کان ورتي؟

جواب: پنهنجي والد شاهه حبيب کان.

سوال: شاهه حبيب کي ڪهڙي بزرگ جي زيارت ڪرڻ وقت قبر مان آواز آيو تہ اي حبيب! وڃي لطيف کي ونڊ ڏي؟

جواب: مخدوم سرور نوح جي قبر مان.

سوال: ڪهڙي شهر ۾ شاهه لطيف ڏهہ سال چلہ ڪشي ڪئي هئي؟

جواب: مٽيارين جي موسيٰ پاڙي ۾.

سوال: شاهه صاحب جي دور ۾ لقب ”شهباز ڪوهستان“ ڪنهن کي ڏنو ويو؟

جواب: مير عبدالله خان کي.

سوال: هاڪڙي جي ساڄي طرف ڪهڙي پٽ ۾ لطيف سائينءَ چلو ڪڍيو هو؟

جواب: چوٽياريءَ جي پٽ ۾.

سوال: لاڪيٽو لطيف جڏهن بہ ٽرپارڪر جي سفر تي نڪرندو هو تہ ڪهڙي طرف کان سفر شروع ڪندو هو؟

جواب: اولهه کان اوپر طرف.

سوال: 1740ع ڌاري شاهه سائين جوڳين سان گڏ سفر تي ڪيڏانهن ويو هو؟

جواب: **هنگلاج ڏانهن.**

سوال: هنگلاج ياترا وقت شاهه سائين جي عمر ڪيتري هئي؟

جواب: ايڪونجاهه سال.

سوال: شاهه سائين مولانا رومي جو ذڪر ڪيترن بيتن ۾ ڪيو آهي؟

جواب: ٽن بيتن ۾.

سوال: شاهه سائين تي ڪهڙن ٽن بزرگن جي علميات جو اثر ٿيو؟

جواب: مخدوم بلاول، مخدوم نوح، ۽ عبدالڪريم بلڙي واري جو.

سوال: شاهه سائين عبدالرحيم گرهوڙي سان ڪُل ڪيتريون ملاقاتون ڪيون؟

جواب: چار.

سوال: شاهه عبداللطيف جي ترڙ ڏاڏي شاهه ڪريم جي مرشد جو نالو ڇا هو؟

جواب: سلطان ابراهيم ادهم.

سوال: شاهه سائين جي دوست مخدوم ٽارو شاهه جو اصل نالو ڇا هو؟

جواب: مخدوم محمد معين.

سوال: ڪوٽڙي ڪبير ڏانهن ويندي شاهه سائين جي ملاقات ڪهڙي بزرگ سان ٿي؟

جواب: مخدوم محمد صديق قريشيءَ سان.

سوال: شاهه سائين ملتان ۾ ڪهڙي بزرگ سان ملاقات ڪئي؟

جواب: مخدوم پاون شاھہ سان.

سوال: شاھہ سائينءَ، شاھہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي روضي لاءِ ڪاشي ڪٿان آندي ھئي؟

جواب: ملتان مان ٻيڙيءَ رستي.

سوال: شاھہ عنايت رضوي نصرپور وارو جنھن سان شاھہ سائين جو واسطو بہ رھيو اصل ڪٿان جو ھو؟

جواب: روھڙيءَ جو.

سوال: شاھہ صاحب ڪڏھن وفات ڪئي؟

جواب: ١٤ صفر ١١٤٥ ھجري مطابق 1752ع تي.

سوال: لطيف سائينءَ کي وفات کان پوءِ غسل ڪنھن ڏنو؟

جواب: ميان ولي محمد ولد آخوند نور محمد ڀٽيءَ.

سوال: شاھہ صاحب جي وصيت موجب ڪين ڪٿي دفن ڪيو ويو؟

جواب: وصيت موجب کين محمود شاھہ جي پيرانديءَ ۾ دفن ڪيو ويو.

سوال: شاھہ صاحب جي تربت مٿان ڪھڙي سنڌ جي حاڪم عاليشان قبو اڏايو؟

جواب: ميان غلام شاھہ ڪلھوڙي (جنھن شاھہ صاحب جي دعا سان جنم ورتو ھو)

سوال: ميان غلام شاھہ ڪھڙي سن ۾ شاھہ جي قبر مٿان قبو اڏايو؟

جواب: ١١٦٧ھہ مطابق 1754ع ۾.

سوال: ھي قبو ڪھڙي رازي جوڙي راس ڪيو؟

جواب: سنڌ جي مشھور رازي عيدن ھي قبو جوڙي راس ڪيو.

سوال: عيدن رازو اصل ڪٿان جو رھاڪو ھو؟

جواب: سکر جو.

**سوال:** سنڌ جي ڪهڙن ٽالپر حڪمرانن. شاهه جي درگاهه جي وقت بوقت سار سنڀال لڌي؟

**جواب:** ٽالپر راڄ ۾ مير نصير خان ان قبي ۽ مسجد جي سني مرمت ڪرائي. مير نصير خان جي وڏي ڀاءُ مير نور محمد قبي اڳيان اڱڻ ۾ وڏو کوهه کوٽايو ۽ سندس سئوٽ مير محمد خان روضي کي چانديءَ جو دروازو لڳرايو.

**سوال:** شاهه صاحب ماڪوڙي يا ماڪاٽيءَ جي ڪهڙي بزرگ سان ملاقات ڪئي؟

**جواب:** سيد الهه وسايو سان.

**سوال:** شاهه صاحب ڪنهن کي دعا ڪندي چيو ته "هي اسان جون سڪون لاهيندو"؟

**جواب:** مخدوم امان َالله کي.

**سوال:** ڪڏي شريف جي جنهن بزرگ سان لطيف سائين روح رهاڻ ڪندو هو، ان جو نالو ٻڌايو؟

**جواب:** پير هوندل شاهه.

**سوال:** ميين وهين جي مُقام ۾ شاهه لطيف ڪهڙن بزرگن جي قبرن تي قل پڙهيا ۽ دعا گهري؟

**جواب:** درويش ٻيو درس، اسماعيل شاهه بخاري ۽ مرزا مغل بيگ.

**سوال:** شاهه محمود جي درگاهه تي. شاهه صاحب قل پڙهي ۽ دعا گهري پوءِ ڪجهه شعر به چوندو هو. ان بزرگ جو مقبرو ڪٿي آهي؟

**جواب:** نصرپور ۾.

**سوال:** نصرپور جي ڪهڙن. ڪوري بزرگن سان. شاهه صاحب جي تمام گهڻي دوستي هئي؟

**جواب:** عنايت ڪوري ۽ دوسو ڪوريءَ سان.

سوال: نصرپور شهر کان ڀاهران اتر طرف ميل کن جي پنڌ تي شاهه لطيف، ڪهڙي بزرگ جي مقبري تي حاضربر پريندو هو ۽ دعا بہ گهرندو هو؟

جواب: گل شاهه غوريءَ جي مقبري تي.

سوال: شاهه صاحب ڪهڙي بزرگ جو آزمودو وٺڻ لاءِ ڪيس چيو تہ، اڄ اسين پلو کائينداسين؟

جواب: عنايت ڪوريءَ جو.

سوال: دڙي شهر جي ڪهڙي سردار شاهه لطيف جي تمام گهڻي خدمت ڪئي، تنهن تي راضي ٿي لطيف سائينءَ ڪيس دعا ڪئي؟

جواب: سردار دريا خان دل.

سوال: ميان صاحبڏني فاروقيءَ جي ڪهڙي فقير کي شاهه سائين فيض ڏنو هو؟

جواب: چنيح فقير اڄڻ کي.

سوال: قاضي فقير محمد قانع واري شاهه جي رسالي جي ڇهين باب ۾ شاهه جي وڏڙن مان ڪنهن جو احوال ڏنل آهي؟

جواب: شاهه ڪريم جو.

سوال: لاکيٽو لطيف "بدام" جي ڪهڙن بزرگن جي مزارن تي فاتح خواني ڪري، پوءِ پراڻ جو ڪاڀو ڪپ وٺي سما ننگر جي ڪنڌرن ۾ پهتو؟

جواب: جهڏي فقير، خاڪي پير ۽ ڦل فقير جي مزارن تي.

سوال: شاهه صاحب مشائخ هوتي جي ڪهڙن ٻن پٽن جي مقبرن تي حاضري ڀري؟

جواب: احمد ۽ محمد تي.

سوال: شاهه سائين هڪ الفي، ڪشتو ۽ قرآن شريف ڪنهن ڏانهن ڏياري موڪليو هو؟

جواب: ميين محمد صابر ولهاريءَ ڏانهن.

سوال: مشائخ هوتيءَ جي قائم ڪيل قديم مدرسي ۾ شاهه سائين جي ملاقات ڪهڙي بزرگ سان ٿي؟

جواب: مخدوم محمد صابر ولهاريءَ سان.

سوال: لطيف سائين ”وارياسو ديهه“ ۾ ڪهڙي سيد بزرگ جي اولاد سان رهاڻ ڪئي؟

جواب: سيد دوسن شاهه جي اولاد سان.

سوال: شاهه لطيف، لطف الله قادريءَ جي رسالي جو مطالعو ڪٿي ڪيو؟

جواب: اگهم ڪوٽ يا اگهامائو ۾.

سوال: ٻارن کي پاڙهين وڻو يا ڪارين وڻو؟ لطيف سائين هي لفظ ڪنهن کي چيا هئا؟

جواب: ميين محمد صابر ولهاريءَ کي.

سوال: شاهه سائين ۽ شاهه عنايت کي ڪهڙي علائقي جي وڻڪار متاثر ڪيو هو؟

جواب: ولهار علائقي جي.

سوال: شاهه سائين ٻمپي ميهار جي مقبري تي حاضري ڏني. ان بزرگ جو مقبرو ڪٿي آهي؟

جواب: ڪامارو شريف واريءَ ايراضي ۾.

سوال: ڪهڙي بزرگ جي مرقد تي شاهه عنايت ۽ لطيف سائين گڏ ويا هئا؟

جواب: ڳاڙهو صدر ولد ڪيوڙي اوٺي جي مرقد تي.

سوال: شاهه عنايت رضوي ۽ شاهه لطيف ٽيهن جي ڳوٺ جي پرسان ڪهڙي بزرگ سان ڪچهري ڪئي؟

جواب: سيد سمن شاهه سان.

سوال: ڪهڙي سفر ۾ لطيف سائين جون اکيون اُتي (خراب ٿي) پيون هيون؟

جواب: سماواتي سفر دوران جنهن وقت مخدوم صابر سان مليو هو.

سوال: مخدوم صابر جي خاندان مان، ڪهڙن بزرگن سان شاهه لطيف ملاقات ڪئي؟

جواب: ميون معروف ۽ ميون مقبول سان.

سوال: شاهه صاحب سيد مير محمد عطا سان ڪهڙي هنڌ تي ڪچهري ڪئي هئي؟

جواب: اوطاق جي مٿئين طبقي ۾.

سوال: شاهه سائين ڪنهن جي صلاح مصلحت سان پنهنجي شاعريءَ ۾، قرآن شريف جون آيتون شامل ڪندو هو؟

جواب: مخدوم ميان محمد ڪبير ڪوٽڙيءَ واري جي صلاح سان.

سوال: شاهه صاحب نقشبندي طريقي جو فيض ڪنهن کان ورتو؟

جواب: خواجه محمد زمان لنواريءَ واري کان.

سوال: شاهه صاحب کاهي راهوءَ جي ڪهڙي بزرگ سان ملڻ ايندو هو؟

جواب: قاضي محمد ڪامل اول سان.

سوال: شاهه لطيف کي ڪنهن ڏسي فرمايو: لطيف جو ڏيئو روشن ٿيندو؟

جواب: سخي سيد هاشم شاهه.

سوال: سيد هاشم شاهه جي وفات وقت لطيف سائين جي عمر ڪيتري هئي؟

جواب: ارڙهن سال.

سوال: شاهه لطيف بلا شاهه کان ڪيترا سال پوءِ ڄائو؟

جواب: نوَ سال.

سوال: لطيف سرڪار بلا شاهه کان ڪيترا سال اڳ وفات ڪئي؟

جواب: پنج سال اڳ.

سوال: عمر ۾ بلا شاهه وڏو هويا شاهه عبداللطيف؟

جواب: بُلا شاهه.

سوال: فرينڪلن بنجمين جي ڄمڻ وقت شاهه سائين ڪيترن سالن جو هو؟

جواب: سترنهن سالن جو.

سوال: آسٽريا جي موسيقار موزارٽ جي ڄمڻ کان شاهه سائين ڪيترا سال اڳ هي فاني جهان ڇڏيو؟

جواب: چار سال اڳ.

سوال: عظيم شاعر، ڊراما نگار، ناول نويس، جرمن سائنسدان گوئٽي جي ڄمڻ وقت شاهه سائين جي عمر ڪيتري هئي؟

جواب: سٺ سال.

سوال: لنڊن جي مشهور شاعر ملٽن جي وفات کان ڪيترا سال پوءِ شاهه سائين جو جنم ٿيو؟

جواب: پندرنهن سال پوءِ.

سوال: جرمنيءَ جي موسيقار باچ کان شاهه سائين ڪيترا سال پوءِ ڄائو؟

جواب: چار سال پوءِ.

سوال: امير محمود جي وفات وقت شاهه صاحب ڪيترن سالن جو هو؟

جواب: پنجٽيهن سالن جو.

سوال: جرمنيءَ جي موسيقار باچ کان شاهه سائين ڪيترا سال اڳ وفات ڪئي؟

جواب: ٻه سال اڳ.

سوال: مرزا اسد الله غالب جي جنم کان ڪيترا سال اڳ شاهہ سائين هي جهان ڇڏيو؟

جواب: چوئيتاليهہ - پنجيتاليهہ سال اڳ.

سوال: لطيف سرڪار جي وفات کان ڪيترا سال پوءِ برقيات جي مؤجد فيربڊيءَ جو جنم ٿيو؟

جواب: اوڻيتاليهہ سال پوءِ.

## شاهہ جي رسالي جي ترتيب، تاليف ۽ ڇپائيءَ بابت ڄاڻ

سوال: ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ شاهہ جي رسالي ۾ سر ليلا چنيسر جا ڪيترا بيت ترتيب ڏنا؟

جواب: ٽيونجاهہ بيت.

سوال: مرشد لطيف جي قلمي نسخن ۾ شروع ۾ سر سسئي ترتيب ڏنل آهي مگر ڦهريون پيرو سسئي بدران سر ڪلياڻ ڪهڙي نسخي ۾ رکيو ويو؟

جواب: راڳ نامي ۾.

سوال: ڀٽائي جي ميڙي جي موقعي تي يعني جون 1997ع ۾ ڪنهن جو ترتيب ڏنل شاهہ جو رسالو ڦهريون پيرو شايع ڪيو ويو؟

جواب: عثمان علي انصاري جو.

سوال: قاضي فقير محمد قانع "شاهہ جو رسالو" ڪهڙي سن ۾ لکي پورو ڪيو؟

جواب: 1895ع ۾.

سوال: حڪيم محمد حيات قاضي قانع وارو شاهہ جو رسالو لکي ڪنهن کي ڏنو هو؟

جواب: مير امام بخش خان ٽالپر کي.

سوال: قاضي فقير محمد قانع شاهہ جي رسالي جو ٻيو قلمي نسخو لکي ڪڏهن مڪمل ڪيو؟

جواب: 1910ع ۾.

سوال: ٽرمپ جيڪو شاهہ جي رسالي جو متن تيار ڪيو، سو ڪيترن صفحن تي مشمل هو؟

جواب: ٻارنهن سئو ٻندرنهن صفحن سي.

سوال: ٽرمپ پهريائين شاهه جي رسالي جا ڪيترا سر ترتيب ڏنا، جن مان فقط چوڏهن سرن تي رسالو شايع ڪرايائين؟

جواب: پنجٽيهه سر.

سوال: شاهه جي شارح ٽرمپ جو لاڏاڻو ڪڏهن ٿيو؟

جواب: پندرنهن اپريل 1885ع ۾.

سوال: باگوجي ڪنهن کان گنج جو قلمي رسالو اڌاريل وٺي ڇپائي پڌرو ڪيو؟

جواب: سيد پير شاهه عرف فقير وزير علي شاهه کان.

سوال: شاهه جو رسالو سهڙيندڙ باگوجي پهريون ڇاپو ڪڏهن شايع ڪرايو؟

جواب: پهريون ڇاپو 2000ع مطابق ١٤٢١هه ۾.

سوال: باگو جيءَ شاهه جو رسالو ڪيترن سرن ۾ ورهايو؟

جواب: ٽيتاليهن سُرن ۾.

سوال: باگو جيءَ جي ترتيب ڏنل شاهه جو رسالو جا "ٻه اکر" ٽن شخصن لکيا ڪن ٻه ٻن جا نالا ٻڌايو؟

جواب: پروفيسر محمد اسماعيل ۽ الحاج محمد عيدن نازميراڻي.

سوال: باگو جي وارو شاهه جو رسالو ڪنهن جي نالي منسوب ٿيل آهي؟

جواب: سندس پتا ڏانوجي جي نالي.

سوال: باگو جي واري شاهه جي رسالي جي شروعات ڪهڙي بيت سان ٿيل آهي؟

جواب: مونا جن محراب، جسم جامع تن جو.
قلبي نما قلب ڪري، تن کي ڪيائون طواف.
تحقيق جي تڪبير چئي، جسمان ڪيائون جواب.
تن ڪهڙو ڏوهه حساب، جن هنئڙي هادي حل ٿيو.

سوال: باگوجي شاهہ جي رسالي ۾ سر سينهن ڪيڏارو ڪائون نمبر ترتيب ڏنل آهي؟

جواب: چوٿين نمبر تي.

سوال: باگوجي شاهہ جي رسالي جو آخري سر ڪهڙو ترتيب ڏنو؟

جواب: سر مت.

سوال: شاهہ جو رسالو سهڙيندڙ باگوجيءَ وارو رسالو ڪيترن صفحن تي مشتمل آهي؟

جواب: هڪ هزار هڪ سئو ٽيٽيهہ صفحن تي.

سوال: فقير ابوبڪر وارو شاهہ جو قلمي نسخو ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ کي ڪنهن ڏنو؟

جواب: سيد گل محمد شاهہ مٽياريءَ.

سوال: فقير ابوبڪر شاهہ جو هي قلمي نسخو ڪهڙي هجري سال ۾ لکي پورو ڪيو؟

جواب: ذوالقعد ١٢٠٦ هجري ۾.

سوال: هڪ سئو تيرنهن وايون ڪهڙي شاهہ جي قلمي نسخي ۾ ڏنل آهن؟

جواب: مرحوم مير علي محمد خان ٽالپر واري قلمي نسخي ۾.

سوال: ارڙهن سئو بيت، چوهتر وايون ڪهڙي شاهہ جي قلمي نسخي ۾ ڏنل آهن؟

جواب: مرحوم ميان عبدالڪريم طيب ٺٽوي واري قلمي نسخي ۾.

سوال: ڪهڙي ڪاتب شاهہ جي قلمي نسخي ۾ سر مومل راڻي جا ڪل پندرنهن بيت ترتيب ڏنا؟

جواب: فقير ابوبڪر شاهہ.

سوال: فقير ابوبڪر واري شاهہ جي قلمي نسخي جو پهريون ايڊيشن ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: ڏهه آڪٽوبر 1987ع مطابق ١۴ صفر ١۴٠٨هه تي.

سوال: فقير ابوبڪر واري شاهه جي رسالي جو مهاڳ ڪنهن لکيو؟

جواب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ.

سوال: فقير ابوبڪر واري شاهه جي رسالي جي ٻئي ايڊيشن جا ٻه اکر ڪنهن لکيا؟

جواب: ميڊم مهتاب اڪبر راشدي.

سوال: ڪهڙي شخص جي سئو ساله ورسيءَ جي موقعي تي ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز پاران شاهه لطيف جو رسالو شايع ڪيو ويو؟

جواب: اسڪالر ارنسٽ ٽرمپ جو.

سوال: ”رساله شاهه عبداللطيف ڀٽائي عرف انوار الاهي“ ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: **قاضي فقير محمد قانع جو.**

سوال: رساله شاهه عبداللطيف ڀٽائي عرف انوار الاهي ڪيترن صفحن تي مشتمل آهي؟

جواب: نوَ سئو اوڻيتاليهه صفحن تي.

سوال: قاضي قانع وارو شاهه جو رسالو ڪيترن بابن ۾ ورهايل آهي؟

جواب: ڇهن بابن ۾.

سوال: قاضي قانع واري شاهه جي رسالي جو مقدمو ڪيترن صفحن تي ڏنل آهي؟

جواب: هڪ سئو اٺن صفحن تي.

سوال: قاضي فقير محمد قانع واري شاهه جي رسالي ۾ ڪل ڪيترا سر ترتيب ڏنل آهن؟

جواب: ڪل ڇٽيهه سُر.

سوال: سڀ کان پهريان الف ب وار شاهه جو رسالو ڪنهن ترتيب ڏنو؟

جواب: ڊاڪٽر محمد عالم سومري.

سوال: ڊاڪٽر محمد عالم سومري ڪهڙي شاهه جي رسالي کي سامهون رکي الف ب وار شاهه جو رسالو ترتيب ڏنو؟

جواب: ڪلياڻ آڏواڻي جو ترتيب ڏنل ”شاهه جو رسالو“ مڪمل ڪي.

سوال: عبدالغفار گوهر ڪهڙن اديبن جا رسالا پيٽي الف ب وارو شاهه جو رسالو ترتيب ڏنو؟

جواب: علامه آءِ آءِ قاضي ۽ غلام محمد شاهواڻي.

سوال: اردو، سنڌي، فارسي ۽ انگريزيءَ ۾ شاهه جو رسالو سنڌ جي ڪهڙيءَ شخصيت سهيڙي تيار ڪيو؟

جواب: ڊاڪٽر درشهوار سيد.

سوال: شاهه جو رسالو چئن ٻولين ۾ ڪنهن سهيڙي ڇپرايو؟

جواب: ڊاڪٽر در شهوار سيد.

سوال: ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ شاهه جي رسالي تي تحقيقي ڪم ڪڏهن مڪمل ڪيو؟

جواب: 2000ع ۾.

سوال: ڊاڪٽر بلوچ تحقيق ڪري ڪيترن جلدن ۾ شاهه جو رسالو ترتيب ڏنو آهي؟

جواب: ڏهن جلدن ۾.

سوال: ڊاڪٽر بلوچ جي ڪهڙي جلد ۾ فقط شاهه جي شاعريءَ جو متن شامل آهي.

جواب: انين ۽ نائين جلد ۾.

سوال: شاهه جو رسالو گنج لطيف سرڪار جي ڪائين عرس مبارڪ تي شايع ڪيو ويو؟

جواب: ٻہ سئو ايڪونجاهين عرس جي موقعي تي.

سوال: فضل رحيم سومري جو عربي ترجمو رسالہ السيد عبداللطيف بتائي ڇاپو پهريون ڪهڙي هجري سال ۾ شايع ٿيو؟

جواب: ربيع الاول سنہ ١٤٠٠ هجري ۾.

سوال: ڪتاب رسالہ السيد عبداللطيف بتائي. مترجم فضل رحيم سومرو. ڇاپو پهريون ١٩٨٠ع ۾ شايع ٿيو. هي ڪتاب ڪيترن صفحن تي مشتمل آهي؟

جواب: اناسي صفحن تي مشتمل آهي.

سوال: درشهوار سيد جو سهيڙيل شاهہ جو رسالو جلد پهريون. شاهہ لطيف جيئڻ ڪهڙين چئن ٻولين ۾ شايع ڪيو؟

جواب: سنڌي، فارسي، انگريزي ۽ اردو.

سوال: ميهار فقير واري شاهہ جي قلمي رسالي ۾ ڪيترا بيت آهن؟

جواب: پنج هزار ٽي سئو ستيتاليهہ بيت.

سوال: ڪيچ ۾ شاهہ سائين جو قلمي رسالو گنج ڪنهن لکي پورو ڪيو؟

جواب: حاجي عبدالمطلب جت.

سوال: ڪيچ ۾ شاهہ سائين جو قلمي رسالو گنج شريف ڪهڙي سال ۾ مڪمل ڪيو ويو؟

جواب: ١٣٣٦ هجري ۾.

سوال: شاهہ سائين جو ڪهڙو قلمي رسالو ٻارنهن سالن ۾ مڪمل ٿيو؟

جواب: ڪيچ وارو گنج شريف.

سوال: ڪيچ واري گنج شريف ۾ ڪيترا سر آهن؟

جواب: چٽيهه سُر.

سوال: 39-1938ع ۾ سرود سسئي جي بيتن جو فارسي زبان ۾ ترجمو ڪنهن ڪيو؟

جواب: هدايت الله هالائي.

سوال: هندي زبان ۾ شاهه لطيف جي ڪلام جو ترجمو ڪنهن ڪيو؟

جواب: مني شنڪر دو يديءَ.

سوال: ڊاڪٽر نواز علي شوق ترمپ واري شاهه جي رسالي جو پيش لفظ ڪهڙي انگريزي تاريخ ۽ سال ۾ لکيو؟

جواب: ڏهه مارچ 1966ع ۾.

سوال: پير سيد ارتضيٰ علي ڪرماني جو اردو ۾ لکيل رسالہ شاهه عبداللطيف ڀٽائي ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: آگسٽ 2003ع ۾.

سوال: ١٤٢٤ هجري ۾ ”رسالہ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ“ اردو ٻوليءَ ۾ ڪنهن شايع ڪرايو؟

جواب: پير سيد ارتضيٰ علي ڪرماني.

سوال: ڪتاب ڪشف الابيات ۾ ڪيترن رسالن جو مواد ڏنل آهي“

جواب: يارنهن رسالن جو.

سوال: ڪشف البيات جو مقدمو ڪنهن لکيو؟

جواب: ڊاڪٽر درشهوار سيد.

سوال: قاضي فقير محمد قانع واري شاهه جي سالي جي سر حسيني ۾ ڪل ڪيترا بيت درج ٿيل آهن؟

جواب: ڪل ٻه سئو اٺونجاهه بيت.

سوال: قاضي فقير محمد قانع شاهه جي رسالي جي سر ڏناسري ۾ ڪيترا بيت ترتيب ڏنا؟

جواب: اوڻونجاهہ.

سوال: قاضي قانع واري شاهہ جي رسالي ۾ ڪل ڪيترا بيت آهن؟

جواب: ڪل چار هزار اٺاسي بيت.

سوال: پٽ شاهہ ڪلچرل ڪاميٽيءَ شاهہ سائين جي ٽي سئو سالہ جشن ولادت جي موقعي تي ڪهڙو رسالو شايع ڪيو؟

جواب: شاهہ جو رسالو آڳاٽو قلمي نسخو ڪاتب فقير ابوبڪر.

## شاهہ جي شاعري
### سُرن، بيتن ۽ وائين بابت ڄاڻ

سوال: ڪتاب عڪس لطيف ۾ شاهہ سائين جي ڪهڙن سرن جو اردو ترجمو ڏنل آهي؟

جواب: فقط هڪ سر ڪلياڻ جو.

سوال: آغا تاج محمد سر ڪلياڻ جي ڪيترن بيتن جو اردوءَ ۾ ترجمو ڪيو هو؟

جواب: ستهتر بيتن جو.

سوال: غلام محمد شاهواڻي ۽ محمد بخش واصف جو لکيل سر سامونڊي ڇاپو ٻيو ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: هي ڪتاب 1966ع ۾، آر ايچ احمد پبلشر پاران ڇپيو.

سوال: شاهہ صاحب جي سر ڏهر تي ديوان مان سنگهہ ڪهڙو ڪتاب ڇپرايو؟

جواب: جيون ماڻ.

سوال: ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز ڪميٽيءَ 1972ع ۾ شاهہ سائين جي ڪهڙي سر بابت ڪتاب شايع ڪرايو؟

جواب: سر ڪنڀات هڪ مطالعو.

سوال: سر ڪيڏاري ۾ شاهہ سائين ڪيترن بيتن ۾ قرآني آيتون استعمال ڪيون آهن؟

جواب: پنجن بيتن ۾.

سوال: شاهہ جي بيتن جو براهوي زبان ۾ ترجمو 1986ع ۾ ڪنهن ڪيو؟

جواب: عبدالقيوم بروهيءَ.

سوال: سر ليلا چنيسر جا ڪيترا بيت شيخ اياز، اردو ترجمي سان شاهہ جي رسالي ۾ ترتيب ڏنا؟

جواب: سورنهن بيت.

سوال: شاهہ سائين نار جي وهڪري جو ذڪر ڪهڙي سر ۾ ڪيو آهي؟

جواب: سر ڏهر ۾.

سوال: شاهہ سائين گنگا نديءَ جي وهڪري جو ذڪر ڪهڙي سر ۾ ڪيو آهي؟

جواب: سر بلاول ۾.

سوال: 1984ع ۾ شاهہ سائين جي ڪهڙي سر تي پٽ شاهہ ادبي ڪانفرنس ۾ مضمون ۽ مقالا پڙهيا ويا؟

جواب: سر ليلا چنيسر.

سوال: شاهہ سائين جي شاعريءَ ۾ استعمال ٿيل لفظ "جُنگَ" جي معنيٰ ڇا آهي؟

جواب: بهادر.

سوال: شاهہ سائين پنهنجي شاعريءَ ۾ گھوڙي لاءِ ڪهڙو لفظ استعمال ڪيو آهي؟

جواب: اولاق – ڪيڪان.

سوال: شاهہ سائين جي شاعريءَ ۾ آيل لفظ "اولاق" ڪهڙيءَ ٻوليءَ جو لفظ آهي؟

جواب: ترڪي ٻوليءَ جو.

سوال: قاضي فقير محمد قانع واري شاهہ جي رسالي ۾ ڪل ڪيتريون وايون آهن؟

جواب: ٻہ سئو پنجونجاهہ وايون.

سوال: حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي لکيل اسلامي چوٽين ڪتاب ۾, شاهہ سائين جا ڪيترا بيت ڏنل آهن؟

جواب: پنجيتاليهہ بيت.

سوال: "اسلامي چوٽون ڪتاب" جو ٻيو ڇاپو ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: سال 1935ع ۾.

سوال: 1863ع ۾ گولڊ اسمٿ شاهہ لطيف جي ڪهڙي قصي جا بيت ڇپرايا؟

جواب: سسئي پنهونءَ جا.

سوال: جنات عدن جو ذڪر شاهہ سائين ڪهڙن ٻن سرن ۾ ڪيو آهي؟

جواب: سر سورٺ ۽ رام ڪليءَ ۾.

سوال: شاهہ سائين جي 249 هين عرس واري موقعي تي ڪهڙي سر تي مقالا پڙهيا ويا؟

جواب: سر ڪاهوڙي تي.

سوال: شاهہ سائين وانگر پنجاب جي ڪهڙي شاعر جو محبوب سر سسئي هو؟

جواب: خواجہ غلام فريد جو.

سوال: لطيف سائينءَ لاڙ تان پيرو ڪرڻ وقت ڪهڙا سر جوڙيا؟

جواب: سر گهاتو، سر ڪاموڏ، سر سامونڊي، سر سسئي، سر معذوري، سر ديسي، سر ڪوهياري، سر حسيني.

سوال: ايم مجيب ڪهڙي ڪتاب ۾ شاهہ لطيف ۽ سورٺ جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: ڪتاب هندستاني مسلمان.

سوال: نياز همايونءَ شاهہ صاحب جي ڪيترن بيتن جو فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو؟

جواب: ستهتر بيتن جو.

سوال: ميمڻ عبدالغفور جو لکيل ڪتاب شرح سر ڏهر ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: 1978ع ۾.

سوال: علي خان ابڙي شاهہ لطيف جي ڪهڙي سر تي ڪتاب لکيو؟

جواب: سر سامونڊيءَ تي.

سوال: هنديءَ ۾ عمر مارئي ڊرامو ڪنهن لکيو؟

جواب: گورڊن پارتيءَ.

سوال: ڊاڪٽر اياز قادريءَ جي تحقيق مطابق شاهہ سائين جي ڪهڙن سرن ۾ مجازي شعر چيل آهي؟

جواب: سر ڪنيات، پورب، رپ ۽ سر آسا ۾.

سوال: وائي: تن تڪئا چڏيا، جي ايهي وره وڏائيا

ڪهڙي سر جي آهي؟

جواب: سر رام ڪليءَ جي.

سوال: ڪهڙي سر ۾ لطيف سائينءَ سلوار واري اڳڻ جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: سر ديسيءَ ۾.

سوال: سيد سليمان شاهہ کي ڪهڙا راڳ پسند هئا، جيڪي شاهہ لطيف جي رسالي جا سر آهن ۽ راڳ بہ آهن؟

جواب: ڪوهياري ۽ راڻو.

سوال: باگوجي واري شاهہ جي رسالي ۾ آخري ڪهڙو بيت ترتيب ڏنل آهي؟

جواب: پائي پاند ڳچيءَ، ڪر نت نيازي،
اڳيان احمد جي آڻج آزي.

سوال: شاهہ صاحب جي شاعريءَ ۾ آيل لفظ آرڻ جي معنيٰ ڇا اهي؟

جواب: جنگ جو ميدان.

سوال: شاهه صاحب جي شاعريءَ ۾ استعمال ٿيل لفظ 'آڪو' جي معنيٰ ڇا آهي؟

جواب: ڪچو گهڙو يا ڪچو دلو.

سوال: شاهه صاحب پنهنجي شاعريءَ ۾ اک جي ڦلي لاءِ ڪهڙو لفظ استعمال ڪيو آهي؟

جواب: موريسر.

سوال: شاهه صاحب ٽر ۾ ٽيندڙ گاهه واري ميدان لاءِ ڪهڙو لفظ پنهنجي شاعريءَ ۾ استعمال ڪيو آهي؟

جواب: لفظ ويءُ.

سوال: "خوني ڊرامي" ۾ سپ کان پهريائين شاهه صاحب جا بيت ڪهڙي شخصيت استعمال ڪيا؟

جواب: احمد چاڳلا.

سوال: هفتيوار "سنڌو" ۾ شايع ٿيل مضمون سر ماروي ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: ابن الياس سومري جو.

سوال: 1989ع ۾ شاهه جي ڪيترن سرن جا بيت چونڊ ڪري "شاهه جو رسالو" شايع ڪيو ويو؟

جواب: ٽن سرن جا بيت.

سوال: فقير ابوبڪر واري شاهه جي قلمي نسخي ۾ ڪيتريون وايون ڏنل آهن؟

جواب: ايڪٽيهه وايون.

سوال: فقير ابوبڪر واري شاهه جي قلمي نسخي ۾ ڪل ڪيترا بيت آهن؟

جواب: چار سئو سترنهن بيت.

سوال: هڪ سئو تيرنهن وايون ڪهڙي شاهه جي قلمي نسخي ۾ ڏنل آهن؟

جواب: مرحوم مير علي محمد خان ٽالپر واري قلمي نسخي ۾.

سوال: ارڙهن سئو بيت ۽ چوهتر وايون ڪهڙي شاهه جي قلمي نسخي ۾ ڏنل آهن؟

جواب: مرحوم ميان عبدالڪريم طيب ٺٽويءَ واري قلمي نسخي ۾.

سوال: ڪهڙي ڪاتب شاهه جي قلمي نسخي ۾ سر مومل راڻو جا ڪل پندرنهن بيت ترتيب ڏنا؟

جواب: فقير ابوبڪر.

سوال: ڊاڪٽر نواز علي شوق صاحب بي. اي جي پڙهائيءَ دوران، شاهه سائينءَ جو ڪهڙو سر صبح جو سوير روزانو پڙهندو هو؟

جواب: سر مارئي.

سوال: درشهوار سيد شاهه جي رسالي جا ڪهڙا سر ترجما ڪيا؟

جواب: سر ڪلياڻ، سر يمن ڪلياڻ ۽ سر ڪنيات.

سوال: قاضي محمد قانع شاهه جي رسالي جو انون سر ڪهڙو ترتيب ڏنو؟

جواب: سر ڪيڏارو.

سوال: 'نهائينءَ ڪان نينهن سک منهنجا سپرين' هن سٽ ۾ اختر هالائي جي تحقيق مطابق 'نهائينءَ' جي معنيٰ ڇا ٿيندي؟

جواب: ڪنڀارن جي آوي.

سوال: بيت مڪمل ڪيو؟

پرچي وينو پاڻ تڏهن مرڪن مڇي واريون؟

جواب: مڪمل بيت:

تڙ تماڇي آيو وري ٿي وراڻ،
ڪينجهر ڀنهي ڪنڌئين، هئي رات ڏينهن رهاڻ،
پرچي وينو پاڻ تڏهن مرڪن مڇي واريون.

سوال: شاهہ جي هيءُ وائي ڪيترين سٽن تي مشتمل آهي؟
وائي: پڪا پنهوار ڪنڌئين، آءُ ئي سندن سجاڻان.

جواب: نون سٽن تي مشتمل آهي.

سوال: شاهہ جي وائي: 'واري آڻ، واري آڻ، ڪوهيارو پنيور ۾.' ڪيترين سٽن تي مشتمل آهي؟

جواب: پنجن سٽن تي.

سوال: فضل رحيم سومري شاهہ سائين جي ڪيترن سرن جو عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو؟

جواب: پنجن سرن جو.

سوال: 1980ع ۾ فضل رحيم سومري شاهہ سائين جي ڪيترن بيتن جو عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو؟

جواب: هڪ سئو ڇٽيهہ بيتن جو.

سوال: سر پورب کي عربيءَ ۾ ڪهڙو نالو ڏنو ويو آهي؟

جواب: لَحنُ الشرقُ.

سوال: ڪتاب هٻڪار جي شروع ۾ شاهہ سائين جو ڪهڙو بيت ڏنل آهي؟

جواب: بيت: سامونڊي آئيا، هر هنڌ تي هٻڪار،
احسان ڪري اَپار، اجهي اڄ عيان ٿيا.

سوال: ڪتاب "پيچ پٽائي نئون روپ نئون سينگار" ۾ شاهہ سائين جي ڪيترن سرن جو فلسفو بيان ڪيو ويو آهي؟

جواب: پنجن سرن جو.

سوال: سسي نيزي پاند، هن عنوان سان ڊاڪٽر بشير شاد، شاهہ سائين جي ڪهڙي سر جون روحاني رمزون ۽ سچي سالڪ جا پار پتا بيان ڪيا آهن؟

جواب: سر يمن ڪلياڻ.

سوال: "پينر آءُ پليپاس" هن عنوان سان ڊاڪٽر بشير شاد شاهه سائين جي ڪهڙن سرن جي بيتن جي تشريح ڪئي؟

جواب: سر آبري، سر معذوري، سر ديسي، سر ڪوهياري ۽ سر حسيني.

سوال: ڊاڪٽر بشير شاد سر سورٺ ڪهڙي عنوان سان ترتيب ڏئي، ان جون روحاني رمزون ڪتاب 'عرفان لطيف' ۾ بيان ڪيون؟

جواب: عنوان 'جهونا ڳڙهه جهرندو'.

سوال: ڊاڪٽر بشير شاد سر ڏهر، ڪهڙي عنوان سان 'عرفان لطيف' ۾ ترتيب ڏنو؟

جواب: عنوان: 'توجا پائين اَچ'

سوال: ڊاڪٽر بشير احمد شاد 'عرفان لطيف' جي پهرئين ڇاپي ۾، شاهه سائين جي ڪيترن سرن جي فڪر بابت روحاني خيال سان سمجهاڻي ڏني؟

جواب: اناويهن سرن جي فڪر بابت.

سوال: ڊاڪٽر بشير احمد شاد، عرفان لطيف جي ٽئين ڇاپي ۾، شاهه سائين جي ڪيترن سرن جي فڪر بابت روحاني خيال سان سمجهاڻي ڏني؟

جواب: ٽيهن سرن بابت.

سوال: ڇيتمل پرسرام جو لکيل ڪتاب "شاهه جون آکاڻيون" ڪنهن نئين سر ترتيب ڏئي 1985ع ۾ شايع ڪرايو؟

جواب: مشتاق مسرور باريچي.

سوال: "اسين تنان آهيون، جتي ڪُهنبو ناهه." هن سٽ ۾ 'ڪهنبو' لفظ معنيٰ ڳاڙهو رنگ، توهان اهو ٻڌايو ته هن سٽ ۾ 'ڪهنبو' ڇا جي باري ۾ تشبيهه طور ڪمل آيل آهي؟

جواب: نفس جي باري ۾.

سوال: شاهه سائين پنهنجي شاعريءَ ۾ ٻڪريءَ جي ڦوڪيل کل لاءِ ڪهڙو لفظ استعمال ڪيو آهي؟

جواب: سيڻاهه.

سوال: سر پرڀاتيءَ کي عربيءَ ۾ ڇا چئبو آهي؟

جواب: لحن وقت السحر.

سوال: سر ڪارايل جو عربيءَ ۾ نالو ٻڌايو؟

جواب: لحن الوز.

سوال: سالياني مخزن ”هڳاءُ“ 1987ع واري پرچي ۾، مضمون سر سارنگ ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: گل حسن لغاريءَ جو.

سوال: لاکيڻي لطيف پنهنجي شاعريءَ ۾ سون جي سوداگر لاءِ ڪهڙو لفظ استعمال ڪيو آهي؟

جواب: هيم هيڙائو.

سوال: شاهه صاحب واپاسي سفر جو ذڪر ڪهڙي سر ۾ ڪيو آهي؟

جواب: سر سارنگ ۾.

سوال: شاهه ديهه لوتڪي يا لوتڙي جو ذڪر ڪهڙي سر ۾ ڪيو آهي؟

جواب: سر سارنگ ۾.

سوال: لطيف سائين جو بيت مڪمل ڪيو؟
امل اساري پئي، پوري پڳئي جان.

جواب: مڪمل بيت:

امل اساري پئي، پوري پڳئي جان،
ٻئي اڏ هٿ ڪري، سري صرافن وان،
تہ سو تنهنجي تنان، سچو ڪرائين سيگهه مان.

سوال: شاهہ سائين جي شاعريءَ ۾ استعمال ٿيل لفظ "ڏيون" جي معنيٰ ٻڌايو؟

جواب: ڏيڏر.

سوال: ڪائڻ واري سوپاريءَ جو ذڪر شاهہ سائينءَ ڪهڙي سر ۾ ڪيو آهي؟

جواب: سر مومل راڻو ۾.

سوال: شاهہ سائين معراج جو ذڪر ڪهڙن سرن ۾ ڪيو آهي؟

جواب: سر ڪنيات، سر سورٺ ۽ سر بلاول ۾.

سوال: شاهہ سائين پنهنجي رسالي ۾ ڪيترين زبانن جا لفظ استعمال ڪيا آهن؟

جواب: ڇهن زبانن جا. سنڌي، هندي، سرائڪي، عربي، پارسي ۽ بلوچي.

سوال: شاهہ عبداللطيف ڀٽائي نفسِ اُماره کي ڇا سان تشبيهہ ڏني آهي؟

جواب: اٺ (جانور) سان.

سوال: شاهہ سائين جو هي بيت ڪيترين سٽن تي مشمل آهي؟
بيت: فڪر ۾ فنا ٿي، هئڻ هاريائون.

جواب: سٽن سٽن تي مشتمل آهي.

سوال: بيت مڪمل ڪيو؟

اٺيو روز رسول ﷺ کي، سانگي ڪن سوال؟

جواب: جهڙ پيـن جهنگل رهن، مارو ڪاهن مال،
اُٺيو روز رسول ﷺ کي، سانگي ڪن سوال،
هھڙا جنين حال، تن سين سڱ ڪرين ٿو سومرا.

سوال: شاهہ سائين جي ڪافي، 'منهنجا ڪيچي قول ڪري ويا' ڪيترين سٽن تي مشتمل آهي؟

جواب: پنجن سٽن تي.

سوال: ڪچ واڌ گنج شريف ۾ ڪيترا سر آهن؟

جواب: ڇٽيهه سُر.

سوال: شاهه سائين جي رزميه شعر ۾ ڇا جو ذڪر هوندو آهي؟

جواب: لڙاين، بهادرن جي عجيب داستانن ۽ قربانين جو.

سوال: شاهه سائين جو بيت مڪمل ڪيو.

اباڻي جي ان جوڻ مٿي تي موڙيون

جواب: مڪمل بيت:

گند جنين جي گود ۾، ڪلهن تي ڪوٺيون،

اباڻي جي ان جوڻ، مٿي تي موڙيون،

اڃن سنيوڙيون، سمي جي سلام تي.

سوال: شاهه سائين جي بيت جي سٽ

"لالائي جو لطيف چئي، ٻرهه نهاريا ني"

هي سٽ ڪهڙي سر جي آهي؟

جواب: سر ديسيءَ جي.

سوال: شاهه سائين جو هي بيت ڪيترن سٽن تي مشتمل آهي؟

سٽ: لڪن مان لطيف چئي، نميو ڪري نهار.

جواب: پنجن سٽن تي.

سوال: شاهه صاحب جو بيت:

ڪنيو قرآن ڪڇ ۾ تا رليا رلائين. مڪمل ڪريو؟

جواب: مُلان ملان مَ چئو، اهي آهيڙيي آهين.

مرونءَ سندي ماهه تي، تا مائڪ متائين.

ڪنيو قرآن ڪَڇ ۾، تا رُليا رلائين.

انهن تي آهين، لعنتون لطيف چئي.

سوال: شاهه سائين جي شاعريءَ ۾ اڇي رنگ جو ذڪر

اٽڪل ڪيترا دفعا مليو ٿو؟

جواب: اٽڪل سترنهن دفعا.

سوال: پٽ ڏٽيءَ سائي رنگ لاءِ فارسيءَ جو لفظ سبزا، ڪهڙي سر ۾ استعمال ڪيو آهي؟

جواب: سر سارنگ ۾.

سوال: شاهه سائين جي ڪيترن بيتن ۾ ڳاڙهو رنگ، اهڃاڻ طور استعمال ٿيل آهي؟

جواب: اٽڪل نوي بيتن ۾.

سوال: شاهه سائين سر مارئي ۾ ڪيترن گاهن جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: اَٺن گاهن جي قسمن جو (آراڙي، ڇيهو، ڏامڻ، سائون، ڳنڌير، للر، لنب، مڪٽي)

سوال: سر مارئي ۾ شاهه عبداللطيف ڪهڙن ٻوٽن جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: لاٽي، ڦوڳ، اڪ، ڪوٺونبا، ڪانڊيرو، گلاب، للر، وونئڻ.

سوال: سر ڪنيات ۾ شاهه سائين ڪهڙن گاهن جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: لاٽي ۽ ڪپور جو.

سوال: حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي سر ڍهر ۾ ڪيترن وڻن جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: ٻن وڻن جو (ڪنڊي ۽ ڏاڙهون)

سوال: شاهه سائين نار جي وهڪري جو ذڪر ڪهڙي سر ۾ ڪيو آهي؟

جواب: سر ڍهر ۾.

سوال: سر سارنگ ۾ شاهه سائين ڪهڙين ڀاڃين جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: ميها، ڇيڙ، ڦنگيون (ڪنييون).

## شاهہ جي راڳ، راڳڻين ۽ سازن بابت ڄاڻ

سوال: شاهہ سائين جو راڳ ڪوهياري ڪهڙي علائقي جو نغمو آهي؟

جواب: خزدار جو.

سوال: عبدالعزيز شيخ جي تحقيق مطابق ڪارايل جي لغوي معنيٰ ڇا آهي؟

جواب: حُور.

سوال: شاهہ سائين جي ڪيترن سُرن کي سنڌي موسيقيءَ ۾ ڳايو ويو آهي؟

جواب: پندرنهن سُرن کي.

سوال: شاهہ سائين جي تيهن سرن مان ڪيتريون راڳڻيون ڪلاسيڪي سنگيت مان مقرر ڪيون ويون؟

جواب: سورنهن راڳڻيون.

سوال: شاهہ سائين جي ڪلام ۾ سنڌي موسيقيءَ جي نمائنده راڳڻي ڪنهن کي چيو وڃي ٿو؟

جواب: ڪوهياريءَ کي.

سوال: ڪوهياريءَ جي چيڙ ڪيئن ڪئي ويندي آهي؟

جواب: آروهي، ساڌاني، ساري، گ، ساري، گ، ساني، ساني سا. امروهي، ساني، ڌپ، م، م م پ، م پ م، گ، ني (ڪومل) ڌپ م گ ري گ ري سا.

سوال: سورٺ راڳڻي جي امروهي ڪيئن آلاپي ويندي آهي؟

جواب: ساني ڌپ ڌپ م ري تي سا.

سوال: پرياتي راڳڻيءَ جي آروهي ڪهڙيءَ طرح آهي؟

جواب: آروهي: م گ، م پ پ، ڌني، سا، ساري، ني سا.

سوال: شاهہ سائين جي اها ڪھڙي راڳڻي آهي. جيڪا بلاول ٺاٽ ۾ آهي؟

جواب: معذوري.

سوال: ديسي راڳڻي جي چيڙ ڪھڙي ريت ڪئي ويندي آهي؟

جواب: ساري، ري ري، ڌپ ڌپ، م پ، ري، ري، سا.

سوال: شاهہ صاحب جي راڳ ۽ راڳڻين جي چيڙ، آروهي ۽ امروهي سان ٿئي ٿي، آروهي ۽ امروهي جي معنيٰ ڇا آهي؟

جواب: آروهي معنيٰ هيٺين سرن کان مٿي ۽ امروهي معنيٰ مٿين سرن کان هيٺ.

سوال: گائڪي جي قانون مطابق ڪنهن بہ راڳ جي آروهي ۽ امروهيءَ ۾ ڪھڙا سر ضرور لڳندا آهن؟

جواب: ڪرج، رکب ڪومل، گنڌرا، تيور، ڌيوت، ڪومل ۽ نڪاد تيور.

سوال: شاهہ سائين جي راڳڻي، آسا جي چيڙ ڪھڙي طرح ڪئي ويندي آهي؟

جواب: آروهي: ساري گ، م گ پ، ڌني سا.

امروهي: ساني ڌپ، ڌني ڌپ، م، گ، ري سا.

سوال: راڳڻي سامونديءَ جي چيڙ ڪھڙيءَ طرح ڪئي ويندي آهي؟

جواب: ساساري ساني ڌپ پ، م م ري، پ م گ، ري ري سا.

سوال: مارئي راڳڻي سرن جي اصول تي نهڪائڻ سان ڪنهن سان مشابهت رکي ٿي؟

جواب: مانجهہ (ڪماچ ٺاٽ) سان.

سوال: شاهہ سائين جي راڳڻي رپ جي چيڙ ڪھڙي ريت ڪئي ويندي آهي؟

جواب: ساني، ساري، گ م گ پ ڏسا.

سوال: ڪارايل جو سرگم، ڪيئن آلاپيو ويندو آهي؟

جواب: ساماما، پاپاسا، ماني، ڏي ني، ڏي پا، ڏي، ماپا، گاماپا، گا ري، سا.

سوال: شاهه سائين جي راڳ ڪمباوتي جي امروهي ڪهڙي ريت ٿيندي آهي؟

جواب: امروهي: سا، ني، ڌا، پا، ڌا، ما، گا، ما، سا.

سوال: شاهه صاحب جي رسالي ۾، ڪيترن قسمن جا راڳ، استعمال ڪيا ويا آهن؟

جواب: ٽن قسمن جا.

سوال: شاهه صاحب جا اهي ڪهڙا راڳ ۽ راڳڻيون آهن جيڪي فن موسيقي جي ڪتابن ۾ نٿا ملن. پر سنڌ ملڪ ۾ اهي رائج هئا؟

جواب: مارئي، ليلان، ڪاپائتي، ڏهر، مومل ۽ ڪارايل.

سوال: اهي ڪهڙا راڳ ۽ راڳڻيون آهن، جيڪي حضرت شاهه صاحب جن جي ايجاد آهن؟

جواب: سامونڊي، آبري، معذوري، ڪوهياري، حسيني، گهاتو ڪيڏارو رپ، ڪاهوڙي ۽ بروو.

سوال: محفل سماع جي ابتدا شاهه سائين جي ڪهڙي راڳ سان ڪئي ويندي آهي؟

جواب: ڪلياڻ (شڌ ڪلياڻ) سان.

سوال: صبح جي پهرئين پهر ۾ شاهه سائين جي، ڪهڙي راڳڻي ڳائبي آهي؟

جواب: بلاول.

سوال: شاهه سائين جي ڪهڙي راڳڻي سج ايرڻ کان اڳ پيرو ناٿ جي راڳڻين ڪانپوءِ ڳائبي آهي؟

جواب: ڌناسري

سوال: ڇا شاهه صاحب جي ڪلام جو ڪجهه حصو ڪونسيو راڳڻي ۾ ڳايو ويندو آهي؟

جواب: ها.

سوال: سر ليلان جي ڳائڻ جو وقت ڪهڙو آهي؟

جواب: پوئين رات ۽ صبح صادق.

سوال: شاهه صاحب جا ڪهڙا راڳ، قديم گائڪي جي گرنٿن ۾ به ملن ٿا؟

جواب: بروو، ڪنڀات.

سوال: عيد جي موقعي تي شاهه سائين جا فقير ڪهڙا سر ڳائيندا آهن؟

جواب: سسئي جا سر، سورٺ، ڪاموڏ، ڪارايل، پورب.

سوال: شاهه سائين جو ڪهڙو سر محرم ۽ ذوالحج مهيني ۾ ڳايو ويندو آهي؟

جواب: سر ڪيڏارو.

سوال: سنڌ ۾ ڪيترن ۽ ڪهڙن قسمن جي موسيقي موجود آهي؟

جواب: ٽن قسمن جي. هڪ ڪلاسيڪي، ٻي علائقائي يا سرن واري، ٽين سنئين سڌي لوڪ گيتن واري.

سوال: شاهه سائين پنهنجو ڪلام ڪهڙيءَ موسيقيءَ جي آڌار تي ترتيب ڏنو؟

جواب: موضوعاتي موسيقي يا علائقائي موسيقي.

سوال: مقالو "سنگيت ساز سرود ۽ سنڌي ثقافت" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: ڊاڪٽر غلام علي الانا جو.

سوال: سيد منظور نقوي جي تحقيق مطابق شاهه سائين جي ڪهڙي راڳ کي حضرت يا جناب راڳ، چيو ويندو هو؟

جواب: سريراڳ ڪي.

سوال: شاهہ جي ڪهڙي راڳ کي پوربي ٺاٺ جو راڳ تسليم ڪري ڳايو ٿو وڃي؟

جواب: سريراڳ.

سوال: هي جملو شاهہ صاحب ڪنهن کي چيو تہ "منهنجي دل ۾ بہ الاهي محبت جو هڪ وڻ آهي، جو سماع بنان سڪيو ٿو وڃي"؟

جواب: مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ کي.

سوال: ڪتاب "شاهہ لطيف جي موسيقي" ڪيترن حصن تي مشتمل آهي؟

جواب: ٻن حصن تي.

سوال: راول فقير جي وفات کانپوءِ لطيفي راڳ جي چارج ڪنهن سنڀالي؟

جواب: لال فقير ۽ احمد فقير.

سوال: ويڙهي جهپ واري ايراضيءَ ۾ لطيفي راڳ جو بنياد ڪنهن وڌو؟

جواب: راول فقير.

سوال: اسماعيل فقير کان پوءِ لطيفي راڳ جي چارج ڪهڙي فقير کي ملي؟

جواب: درس باجيت فقير کي.

سوال: شاهہ صاحب رڳن کي ڪهڙي ساز سان تشبيهہ ڏني آهي؟

جواب: رباب ساز سان.

سوال: شاهہ سائين سسئي جي رڙين کي ڪهڙي سازن سان پيٽ ڏني آهي؟

جواب: سارنگي ساز ۾.

سوال: شاهہ جي راڳڻي معذوري ڪهڙي علائقي جو ديسي نغمو آهي؟

جواب: لس ٻيلي جو.

سوال: ڪهڙي بزرگ شاهہ سائين جي راڳ جي اڳواٽي. سال 75-1974ع کان سنڀالي؟

جواب: سيد نور محمد شاهہ.

سوال: محمد حسين ڪاشف جي تحقيق مطابق. شاهہ صاحب ڪهڙي سر ۾ اويسي طريقي جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: سر ڪاهوڙيءَ ۾.

سوال: سر ليلا چنيسر جا ڪيترا بيت شيخ اياز. اردو ترجمي سان شاهہ جي رسالي ۾ ترتيب ڏنا؟

جواب: سورنهن بيت.

سوال: ڪهڙي ڪتاب ۾. شاهہ صاحب جا چونڊ بيت. چئن دؤرن ۾ ورهائي ترتيب ڏنو ويو؟

جواب: ڪتاب ڪامل جو ڪلام.

سوال: شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جون ڪهڙيون راڳڻيون آريائي دور جا راڳ هئا؟

جواب: سر ڏهر ۽ گهاتو.

سوال: هيءَ ڪافي ”هت روئان زارو زار. شال ملان“ ڪهڙيءَ راڳڻيءَ ۾ ڳائبي.

جواب: روپ جوڳ.

سوال: شاهہ سائين جي ڪافي ”تو ڪيئن دلڙي مَٺائي. هن پاڙيچي پرينءَ کان“ ڪهڙيءَ راڳڻي ۾ ڳائبي آهي؟

جواب: روپ پهاڙيءَ ۾.

## لطيفي لغتن ۽ لفظي معنائن بابت ڄاڻ

سوال: شاهه سائين پنهنجي شاعريءَ ۾ اڻ لاءِ بختي لفظ استعمال ڪيو آهي؟ بختي ڪهڙي ٻوليءَ جو لفظ آهي؟

جواب: عربي ٻوليءَ جو.

سوال: ڪتاب غريب اللغات ۾ شاهه سائين جي ڪهڙن سرن جي معنيٰ ڏنل آهي؟

جواب: سر ڪلياڻ، سر يمن ڪلياڻ ۽ سر ڪنڀات.

سوال: شاهه صاحب جي شاعريءَ ۾ استعمال ٿيل لفظ 'فاڪه' جي معنيٰ ڇا آهي؟

جواب: ميوو.

سوال: شاهه جي رسالي ۾ آيل ڏکين لفظن جي لغات "سلڪ مرواريد" ڪنهن تيار ڪئي؟

جواب: قاضي فقير محمد قانع.

سوال: 'سلڪ مرواريد' جي معنيٰ ڇا آهي؟

جواب: موتين جي لڙهي.

سوال: شاهه جي رسالي ۾ آيل ڏکين لفظن جي لغات 'سلڪ مرواريد' ڪل ڪيترن سرن تي مشتمل آهي؟

جواب: فقط اوڻيهه سرن تي.

سوال: قاضي فقير محمد قانع شاهه جي ڏکين لفظن جي لغات 'سلڪ مرواريد' ڪڏهن لکي؟

جواب: 15 مئي 1936ع ۾.

سوال: سڀ کان پهريائين شاهه سائين جي رسالي مان ڏکين لفظن جي معنيٰ ڪهڙي اديب پنهنجي ڪتاب جي آخر ۾ ڏني؟

جواب: ديوان ليلارام سنگ.

سوال: ديوان ليلارام سنگ، شاهہ جي رسالي جي ڏکين لفظن جي معنيٰ تيار ڪرڻ لاءِ ڪنهن کان مدد ورتي؟
جواب: آخوند احمدي کان.
سوال: پيرومل ڪيترن ورهين جي محنت کانپوءِ "غريب اللغات" تيار ڪئي؟
جواب: ٻارهن ورهين جي محنت کانپوءِ.
سوال: مرزا قليچ بيگ کي "لغات لطيفي" تيار ڪرڻ ۾ ڪيترا سال لڳي ويا؟
جواب: ست سال.
سوال: لغات لطيفي جي ٽئين ڇاپي جو پيش لفظ ڪنهن لکيو؟
جواب: ڊاڪٽر نواز علي شوق.
سوال: مرزا قليچ بيگ شاهہ سائين جي رسالي جي ڪيترن سرن جي لغت تيار ڪئي؟
جواب: ستٽيهن سرن جي.
سوال: لطيفي لغات جو ديباچو ڪنهن لکيو؟
جواب: مرزا قليچ بيگ.
سوال: رسالي جي ڏکين لفظن تي لکيل ڪتاب "ٻاروچي ٻولي" ڪيترن صفحن تي مشتمل آهي؟
جواب: چار سئو ٽيٽيهن صفحن تي.
سوال: ڪتاب "ٻاروچي ٻولي" ڪهڙي هجري سال ۾ شايع ٿيو؟
جواب: ربيع الثاني، ١۴٠۵ هہ ۾.
سوال: ڪتاب "ٻاروچي ٻوليءَ" جو مهاڳ ڪنهن ۽ ڪهڙي تاريخ تي لکيو؟
جواب: سيد نجف علي شاهہ ڪمتر نقويءَ پهرين سيپٽمبر 1984ع تي.
سوال: ويجهر ۾ شاهہ لطيف جي شاعريءَ جي جامع لغت ڪهڙي ڇپي آهي؟

جواب: روشني.

سوال: روشني لغت ڪنهن جي ترتيب ڏنل آهي؟

جواب: نبي بخش خان بلوچ.

سوال: هيءَ لغت ڪهڙي اداري ڇپرائي پڌري ڪئي؟

جواب: سنڌي ٻولي اٿارٽي.

سوال: مخدوم فضل الله شاهه جي رسالي جي شرح ڪڏهن لکي؟

جواب: ١٢٧١هه مطابق 1855ع ۾.

سوال: شاهه سائين سسئي جي پيرن کي ڇا سان تشبيهه ڏني آهي؟

جواب: پَٽَ سان.

سوال: "ٻارن جو شاهه" ڪتاب ۾ ڪيترن سرن جي چونڊ لفظن جون معنائون ڏنل آهن؟

جواب: سترنهن سُرن جون.

## شاهہ جي ماڳن مڪانن بابت ڄاڻ

سوال: شاهہ سائين ڪشمير جو ذڪر پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪهڙي سر ۾ ڪيو آهي؟

جواب: سر سارنگ ۾.

سوال: شاهہ سائين پنهنجي شاعريءَ ۾ ”لنڪا“ لفظ استعمال ڪيو آهي لنڪا ڇا آهي؟

جواب: سريلنڪا جو بندر.

سوال: شاهہ سائين سر سريراڳ ۾ ڪهڙن شهرن ۽ بندرن جو ذڪر ڪيل آهي؟

جواب: ڪيچ ۽ عدن بندر جو.

سوال: شاهہ محمود جي درگاهہ تي، شاهہ صاحب قل پڙهي ۽ دعا گهري پوءِ ڪجهہ شعر بہ چوندو هو. ان بزرگ جو مقبرو ڪٿي آهي؟

جواب: نصرپور ۾.

سوال: شاهہ سائين گنگا ندي جي وهڪري جو ذڪر ڪهڙي سر ۾ ڪيو آهي؟

جواب: سر بلاول ۾.

سوال: لاهوت وارو حصو ڪهڙي جبل جي پيٽ ۾ آهي؟

جواب: پٻ جبل جي پيٽ ۾.

سوال: شاهہ سائين جي ڪهڙي رسالي ۾ ڪاڪ محل جو نقشو ڏنل آهي؟

جواب: رسالہ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي عرف انوار الاهي ۾.

سوال: ڪابل شهر جو ذڪر لطيف سائينءَ ڪهڙن سرن ۾ ڪيو آهي؟

جواب: سر سارنگ، رام ڪلي ۽ سر ڪاپائتيءَ ۾.

سوال: شاهه صاحب جي ياترا وارن ماڳن هنگلاج ۽ لاهوت بابت ڪهڙو ڪتاب ۽ ڪڏهن شايع ٿيو؟
جواب: "هنگلاج ۽ لاهوت" سال 1992 ۾.
سوال: ڪتاب هنگلاج ۽ لاهوت ڪنهن جو لکيل آهي؟
جواب: بدر ابڙي جو.
سوال: شاهه سائين جي شاعريءَ ۾ يٺيور جو ذڪر ٿيل آهي. يونانين يٺيور ني ڪهڙا نالا رکيا هئا؟
جواب: بربرائيڪ ۽ باربريڪ.
سوال: شاهه سائين پنهنجي شاعريءَ ۾ سمرقند جو ذڪر ڪيو آهي. اهو شهر ڪهڙيءَ نديءَ تي واقع آهي؟
جواب: زرفشان نديءَ تي.
سوال: شاهه سائين پنهنجي شاعريءَ ۾روم شهر جو ذڪر ڪيو آهي. روم کي ڪمال اتاترڪ ڪهڙي سال ترڪيءَ جي گاديءَ جو هنڌ مقرر ڪيو؟
جواب: 1920ع ۾.
سوال: روم شهر هاڻي ڪهڙي ملڪ ۾ واقع آهي؟
جواب: اٽلي ملڪ ۾.
سوال: شاهه سائين افغانستان جي ڪهڙن شهرن جو ذڪر پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪيو آهي؟
جواب: ڪابل ۽ قنڌار جو.
سوال: شاهه سائين دهلي شهر جو ذڪر پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪيو آهي. هي شهر ڪنهن تعمير ڪرايو هو؟
جواب: شهاب الدين شاهجهان عيسوي 17 صديءَ ۾.
سوال: شاهه سائين پنهنجي شاعريءَ ۾ دکن شهر جو ذڪر ڪيو آهي. توهان دکن جي معنيٰ ٻڌايو؟
جواب: ڏکڻ.

سوال: دکن شهر ڪهڙي ملڪ ۾ آهي؟
جواب: هندستان ملڪ ۾.
سوال: هندستان جي مغليہ دور ۾ مکيہ بندر "سورت" جو ذڪر شاھہ سائين پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪيو آهي. شاھہ صاحب جي دور ۾ سورت بندر ڪهڙي لقب سان سڏبو هو؟
جواب: باب المدينہ لقب سان.
سوال: سورت بندر هندستان جي ڪهڙي صوبي ۾ واقع آهي؟
جواب: صوبي گجرات ۾.
سوال: شاھہ ٺرپارڪر جي سفر دوران سنڌ ۽ ڪاڇي جي وچ ۾ هلندڙ ڪيترن چارڻ جو ذڪر پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪيو آهي؟
جواب: چوڏهن چارڻ جو.
سوال: هاڪڙي جي ساڄي طرف ڪهڙي پٽ ۾ لطيف سائينءَ چلو ڪڍيو هو؟
جواب: چوٽياريءَ جي پٽ ۾.
سوال: لاکيڻو لطيف جڏهن بہ ٿرپارڪر جي سفر تي نڪرندو هو تہ ڪهڙي طرف کان سفر شروع ڪندو هو؟
جواب: اولهہ کان اوڀر طرف.
سوال: شاھ صاحب جي دور ۾ پوراڻ نديءَ جا ڪهڙا پتڻ مشهور هئا؟
جواب: ڪاھو، ڪاڪ، جهلوري، واگهر بجي ۽ ابهاري.
سوال: شاھہ صاحب مشائخ هوتي جي ڪهڙن ٻن پُٽن جي مقبرن تي حاضري ڀري؟
جواب: احمد ۽ محمد تي.
سوال: شاھہ صاحب سر سارنگ ۾ ڪهڙين ڏيهن جو ذڪر ڪيو آهي؟

**جواب: ديھ لوتڪي يا لوتڙي، سر سارنگ ۾.**

**سوال: شاھ لطيف لطف الله قادريءَ جي رسالي جو مطالعو ڪٿي ڪيو؟**
**جواب: اگھم ڪوٽ يا اگھامانو ۾.**
**سوال: شاھ سائين جي دور ۾ بدين جي سرزمين ڪي ڇا ڇيو ويندو هو؟**
**جواب: چاچڪان.**
**سوال: شاھ سائين ٻمبو ميهار جي مقبري تي حاضري ڏني ان بزرگ جو مقبرو ڪٿي آهي؟**
**جواب: ڪامارو شريف واري ايراضي ۾.**
سوال: شاھ سائين ۽ شاھ عنايت ڪي ڪهڙي علائقي جي وڻڪار متاثر ڪيو هو؟
جواب: ولهار علائقي جي.
سوال: ٻيجل ڪهڙي جاءِ تان هرڻ جا آنڊا هٿ ڪي سرندو ناهيو هو؟
جواب: لڙھ نالي جاءِ تان.
سوال: ڪهڙي سفر ۾ لطيف سائين جون اکيون اتي (خراب ٿي) پيون هيون؟
جواب: سماواتي سفر دوران جنهن وقت مخدوم صابر سان مليو هو.
سوال: ڪهڙي شهر ۾ شاھ لطيف ڏھ سال چلہ ڪشي ڪئي هئي؟
جواب: مٽيارين جي موسيٰ پاڙي ۾.
سوال: شاھ سائين پنهنجي شاعريءَ ۾ "گڙنگ" جو ذڪر ڪيو آهي. گڙنگ پٽ شاھ کان ڪيترو پري آهي؟

جواب: اڌ ميل پري.

سوال: شاهہ صاحب پنهنجي شاعريءَ ۾ جنهن "ڪلاچي بندر" جو ذڪر ڪيو آهي اهو ڪهڙي هنڌ واقع هو؟

جواب: موجوده ڪراچيءَ شهر لڳ.

سوال: شاهہ سائينءَ سر حسينيءَ ۾ ڪهڙن جبلن جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: هاڙهو، پب، گنجو، ڪانيو ڪارو ۽ لمون جبل جو.

سوال: شاهہ سائين هنگلاج جي سفر دوران جيڪي ماڳ مڪان ڏٺا، تن جو ذڪر رسالي جي ڪيترن سرن ۾ ڪيو اٿس؟

جواب: ستن سرن ۾.

سوال: شاهہ صاحب جي سر ڪنڀات واري نالي سان ڪهڙو ماڳ مشهور آهي ۽ ڪٿي واقع آهي؟

جواب: ڪنڀات اصل سامونڊي بندر هو ۽ گجرات ۾ واقع هو جيڪو ماڳ هاڻ هندستان ملڪ آهي.

سوال: ڪنڀات بندر جو ذڪر مشهور عربي سياح مسعوديءَ جي ڪهڙي ڪتاب ۾ ملي ٿو؟

جواب: مروج الذهب ۾.

سوال: لاکيڻو لطيف "بدام" جي بزرگن جي مزارن تي فاتح خواني ڪري پوءِ پراڻ جو ڪاپو ڪپ وٺي ڪٿي پهتو؟

جواب: سما ننگر جي ڪنڊرن ۾.

سوال: شاهہ صاحب ڏيپلي تعلقي جي ڪهڙي ڳوٺ جو ذڪر پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪيو آهي؟

جواب: وڙيڇهپ جو.

سوال: شاهہ سائين ڪشمير جو ذڪر پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪهڙي سر ۾ ڪيو آهي؟

جواب: سر سارنگ ۾.

سوال: ٻڌايو ته ڪشمير جا سياري ۽ اونهاري ۾ ڪهڙا تخت گاهه هوندا آهن؟

جواب: سرديءَ ۾ ڄمون ۽ اونهاري ۾ سري نگر.

سوال: شاهه سائين جي ڪهڙي سر ۾ استنبول جو ذڪر آهي.

جواب: سر سارنگ ۾.

سوال: شهر استنبول ڪهڙي ملڪ ۾ آهي؟

جواب: ترڪيءَ ۾.

سوال: شاهه سائين پنهنجي شاعريءَ ۾ استنبول جو ذڪر ڪيو آهي. استنبول ڪهڙي سن ۾ تعمير ٿيو؟

جواب: 330ع ۾.

سوال: شاهه سائين ڪهڙي سر ۾ چين ملڪ جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: سر سارنگ ۾.

سوال: چين جي مانچو خاندان جي شهنشاهيت جو خاتمو ڪڏهن ٿيو؟

جواب: 1911ع ۾.

سوال: شاهه سائين ۽ شاهه عنايت کي ڪهڙي علائقي جي وڏيرن متاثر ڪيو هو؟

جواب: ولهار علائقي جي.

# شاهہ جي شاعريءَ ۾ انبياءَ ڪرام جو ذڪر

سوال: شاهہ سائين سر سريراڳ ۾ الله تعاليٰ کي ڪهڙن نالن سان ياد ڪيو آهي؟

جواب: آڳي، ستار، جبار، داتا، سلطان، رحمان، سبحان وغيره.

سوال: شاهہ سائين پنهنجي ڪلام ۾ ڪهڙن ٻن مقدس ڪتابن جا حوالا آندا آهن؟

جواب: قرآن شريف ۽ حديث مبارڪ.

سوال: شاهہ سائين پنهنجي رسالي ۾ ڪيترن نبين سڳورن جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: پنجن نبين سڳورن جو ذڪر.

سوال: شاهہ سائين رسول اڪرم ﷺ جن جي ولادت جو ذڪر ڪهڙي سُر ۾ ڪيو آهي؟

جواب: سر سارنگ جي وائيءَ "اڪيون ميگهہ ملهار" ۾.

سوال: شاهہ سائين پنهنجي ڪهڙي سر ۾ نبي ڪريم ﷺ جي سونهن ۽ حُسن اخلاق جي ساراهہ ڪئي آهي؟

جواب: سر ڪنڀات ۾.

سوال: شاهہ سائين نبي ڪريم ﷺ جن جو ذڪر ڪيترن سُرن ۾ ڪيو آهي؟

جواب: پنجن سرن ۾.

سوال: شاهہ صاحب حضرت ابراهيم عليہ السلام جي پيءُ جو نالو ڪهڙيءَ وائي ۾ ورتو آهي؟

جواب: وائي: وجهہ منجهہ خليل، اندر آذر آهين (ابراهيم جو پيءُ آذر جيڪو بت پرستن جو اڳواڻ هو)

سوال: شاهہ صاحب حضرت موسيٰ عليہ السلام جو ذڪر پنهنجي ڪهڙن ٻن سرن ۾ ڪيو آهي؟

جواب: سرآسا ۽ سر رامڪلي.

سوال: شاهه صاحب حضرت يونس عليه السلام جو ذڪر ڪهڙي سر ۾ ڪيو آهي؟

جواب: سر مارئيءَ ۾.







## شاهہ جا سورما، سورميون،
## ڏهيسر، ڏاتار ۽ ذاتيون

سوال: سر ڍول مارئيءَ ۾ شاهہ لطيف ڪهڙن ٽن اهم ڪردارن کي ڳايو آهي؟

جواب: ڍولا (سورمو) مارو (سورمي) امر سمرو (بادشاهہ) کي.

سوال: شاهہ صاحب جو سورهيہ پڻ بداماڻي کي ڪيترا پائر هئا؟

جواب: ٻہ پائر.

سوال: شاهہ سائين سر بلاول ۾ ڪهڙن حاڪمن جو ذڪر ڪيو آهي؟

سوال: شاهہ سائين جي سورمي راجا چنيسر، ديول ڪوٽ تي ڪيترو عرصو حڪومت ڪئي؟

جواب: ارڙهن سال.

سوال: شاهہ عبداللطيف ڀٽائي يورپي ڦورن لاءِ پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪهڙو لفظ استعمال ڪيو آهي؟

جواب: ڦلنگي.

جواب: دهليءَ جي حاڪم علاؤالدين ۽ سنڌ جي سخي جادم جکري جو.

سوال: سر ديسيءَ ۾ شاهہ سائين ڪهڙين ذاتين جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: برفت، بروهي، جت، هوت.

سوال: ڀٽ ڌڻيءَ مينءَ ذات جو ذڪر ڪهڙي سر ۾ ڪيو آهي؟

جواب: سر ڪاموڏ ۾.

سوال: شاهہ سائينءَ جي سورمي چنيسر جو تعلق ڪهڙي ذات سان هو؟

جواب: شاهہ جو سورمو چنيسر ذات جو داسڙو هو.

سوال: شاهہ جا سورما چنيسر ۽ عمر ڪهڙي ذات سان واسطو رکندڙ هئا؟

جواب: شاهہ جا سورما عمر ۽ چنيسر ذات جا سومرا هئا.

سوال: شاهہ صاحب جي سورميءَ مومل جو تعلق ڪهڙيءَ ذات سان هو؟

جواب: مومل جو تعلق ”گجر“ ذات سان هو.

سوال: سر ديسيءَ ۾ شاهہ سائين ڪهڙين ذاتين جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: برفت، بروهي، جت، هوت.

سوال: شاهہ سائين جي شاعريءَ ۾ سسئي لاءِ ڪيترا وصفي نالا بيان ڪيل آهن؟

جواب: پنجويهن کان وڌيڪ.

سوال: لاکيڻي لطيف سسئيءَ وارن سرن ۾ پنهونءَ کي ڪيترن نالن سان ڳايو آهي؟

جواب: سورنهن نالن سان.

سوال: شاهہ سائينءَ جي ڪهڙي سورميءَ جي زيارت لاءِ ملتان مان درويش اسماعيل آيو هو؟

جواب: سسئي لاءِ.

سوال: شاهہ سائين جي سورمي سسئي ڏوراپي طور پاڻ کي ڪهڙين ذاتين کان گهٽ سمجهيو آهي؟

جواب: سمن، سومرن، جتن ۽ اوٺن کان.

سوال: سر ڪاموڏ ۾ شاهہ سائين مهاڻن جي ڪهڙين ذاتين جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: گندرا، ماڳر، جهبير، ملاح، مهاڻا وغيره.

سوال: پٽ ڌڻيءَ مينءَ ذات جو ذڪر ڪهڙي سر ۾ ڪيو آهي؟

جواب: سر ڪاموڏ ۾.

سوال: شاهہ سائينءَ جي سورمي چنيسر جو تعلق ڪهڙي ذات سان هو؟

جواب: شاهہ جو سورمو چنيسر ذات جو داسڙو هو.

سوال: شاهہ جا سورما چنيسر ۽ عمر ڪهڙي ذات سان واسطو رکندڙ هئا؟

جواب: شاهہ جا سورما عمر ۽ چنيسر ذات جا سومرا هئا.

سوال: شاهہ سائينءَ جي سورمي عمر سومري جو اصل نالو ڇا هو؟

جواب: فخرالدين عمر بن پونگر.

سوال: شاهہ صاحب جي سورميءَ مومل جو تعلق ڪهڙيءَ ذات سان هو؟

جواب: مومل جو تعلق "گجر" ذات سان هو.

سوال: شاهہ صاحب جي سورميءَ مومل کي ڪيتريون ڀينرون هيون؟

جواب: اَٺ ڀينرون.

سوال: مومل جي ڀينرن جا نالا ڪهڙا هئا؟

جواب: سومل، سجهان، سوڍي، مرم، مرادان، ڪوڏي، ڪونداهي ۽ مارڪي.

سوال: شاهہ جي ڪهڙين ٻن سورمين جو تعلق عمرڪوٽ سان هو؟

جواب: مارئيءَ ۽ مومل جو.

سوال: ١٤ فيبروري ١٩٩٤ع تي شاهہ سائين جي ڪهڙي سورميءَ جي ورسي ملهائي وئي؟

جواب: سهڻي ميهار جي.

سوال: شاهہ لطيف جي سورمي مارئي جو ميلو ڪنهن جي ڪوشش سان پهريون ڀيرو ڀالوا ۾ لڳو؟

جواب: مير محمد بخش خان ٽالپر جي ڪوشش سان.

سوال: شاهه جي سورمي مارئي جو ڀريون ڀيرو ميلو ڪڏهن لڳو؟

جواب: 1967ع ۾.

سوال: ڪتاب "اوجاڳي اُجاريا" ۾ پنجون مقالو شاهه جي ڪهڙي "سورمي" جي ڪردار بابت ڏنل آهي؟

جواب: مارئيءَ جو ڪردار.

سوال: ولي سروريءَ، شاهه جي سورمي چنيسر تي ڪهڙو مضمون لکيو؟

جواب: چنيسر جي چٽ.

سوال: شاهه عبداللطيف ڀٽائي پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪيترين قومن کي ڳايو آهي؟

جواب: لڳ ڀڳ ٽيهه قومن کي.

## شاهہ جي شاعريءَ ۾ حيوانن، پکين وڻن، ٻوٽن ۽ گاهن بابت ڄاڻ

سوال: شاهہ سائين سسئي وارن سرن ۾ ڪيترن جانورن جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: تقريباً ٽيرنهن جانورن جو.

سوال: شاهہ سائين پنهنجي ڪلام ۾ ڪُتن لاءِ ڪهڙا نالا ڪتب آندا آهن؟

جواب: جنبور، ڪارايي، ڪلاج، موتيئڙو ڪينهو وغيره.

سوال: شاهہ سائين سر سهڻيءَ ۾ ڪجهہ مڇين جو بہ ذڪر ڪيو آهي. توهان ڪن بہ ٻن مڇين جا نالا ٻڌايو؟

جواب: لوهڙي ۽ ٿيلهي.

سوال: شاهہ سائينءَ منڊ ۾ عشق کي ڪهڙي جانور سان تشبيهہ ڏني آهي؟

جواب: نانگ سان.

سوال: نانگ بلائن جو ذڪر شاهہ سائينءَ جي ڪهڙي سر ۾ ملي ٿو؟

جواب: سر ڪارايل.

سوال: شاهہ سائينءَ ٻہ يتيم ڪتا پاليا هئا. سندن نالا ٻڌايو؟

جواب: موتي ۽ ڪينهون.

سوال: شاهہ سائين پنهنجي ڪلام ۾ تازي پکيءَ جا ڪهڙا نالا بيان ڪيا آهن؟

جواب: سارنگ، چاتڪ، ٻاٻيهو ۽ مينهڙ.

سوال: شاهہ سائين پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪهڙي پکي جو ذڪر ڪيو آهي؟ جيڪو عقاب جهڙو ٿيندو آهي.

جواب: هماءُ پکي جو.

سوال: شاهه سائين جي شاعريءَ ۾ استعمال ٿيل لفظ 'چيهو' ۽ 'چڪي' ڇا جا نالا آهن؟

جواب: چيهو پکيءَ جو نالو (چيهو گاهه) چڪي ڏنڊي.

سوال: سر رپ ۾ شاهه سائينءَ ڪانگ کي ٻين ڪهڙن نالن سان سڏيو آهي؟

جواب: ڪانءُ، ڪيناتو، ڪانگڙا، ڪانگا، ڪانگل ۽ زاغ.

سوال: شاهه سائينءَ سر معذوريءَ ۾ ڪهڙن پکين جا نالا بيان ڪيا آهن؟

جواب: ڪوئل، چَتون، ڪونج ۽ باز.

سوال: ٿري ماڻهو مانڌاڻي جا داڻا ڪهڙي فصل جي اٽي سان ملائي استعمال ڪندا آهن؟

جواب: جوئر ۽ ٻاجهريءَ سان

سوال: پٽ ڏٿيءَ سر مارئي ۾ ڪيترن وڻن جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: ڇهن وڻن جو.

سوال: واريءَ جي دڙي تي مينهن جي موسم ۾ ڦنڊڙ ڪنييءَ کي لطيف سائينءَ جي دور ۾ ڇا چيو ويندو هو؟

جواب: ڦنگي.

سوال: سر سارنگ ۾ شاهه سائين ڪهڙين ٻاجين جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: ميها، چيڙ، ڦنگيون (ڪنييون).

سوال: ٿر ۾ ڪهڙي ٻوٽي جي ميوي جو ذائقو، ڪٽمنڙي جهڙو ٿيندو آهي؟

جواب: ڪاٽو نبو.

سوال: ڍاٽڪيءَ ٻوليءَ ۾ ٻيرن کي ڇا چيو ويندو آهي؟

جواب: ماچڪ.

سوال: شاهه سائين جي شاعريءَ ۾ استعمال ٿيل لفظ ڪهه هڪ قسم جو گاهه آهي ان جو قد ڪيترو ٿيندو آهي؟

جواب: فٽ ڪن.

سوال: شاهه سائين جي شاعريءَ ۾ استعمال ٿيل لفظ مانڊاڻو هڪ قسم جو گاهه آهي، ان جو قد ڪيترو ٿيندو آهي؟

جواب: پنج انچ ڊگهو.

سوال: سر سارنگ ۾ شاهه سائين ڪهڙي مشهور گل جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: ڪنٽهار گل جو.

سوال: شاهه سائين سر ڪنيات ۾ ڪهڙن ٻوٽن جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: اڪ، ڪنٽهار، تورُ.

سوال: شاهه سائين سر ڪنيات ۾ ڪهڙن وڻن جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: چندن، سرڪنڊ (صندل)، ڪٿوري، اگر.

سوال: گيدوڙي يا ليسوڙي لاءِ شاهه سائين پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪهڙو لفظ استعمال ڪيو آهي؟

جواب: گوندا.

سوال: شاهه سائين سر مارئي ۾ ڪيترن گاهن جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: اَنن گاهن جو ذڪر (آراڙي، چيهو، ڊامڻ، سائون، ڳنڊير، للر، لنب، مڪئي)

سوال: سر مارئي ۾ شاهه عبداللطيف ڪهڙن ٻوٽن جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: لاٽي، ڦوڳ، اڪ، ڪوتوبنا، ڪانديرو گلاب، وغيره.

سوال: سر کنڀات ۾ شاهه سائين کهڙن گاهن جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: لاٽي ۽ ڪپور جو.

سوال: حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي سر ڏهر ۾ ڪيترن وڻن جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: ٻن وڻن جو.

سوال: شاهه سائين پنهنجي شاعريءَ ۾ تر جي ڪهڙي گاهه جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن کي ڪاٽڻ سان تر جو مال ڪير ۽ مکڻ وڌائيندو آهي؟

جواب: لنب گاهه.

سوال: شاهه صاحب سسئي وارن سرن ۾ ڪيترن وڻن ۽ ٻوٽن جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: ڏهن وڻن ۽ پنجن ٻوٽن جو.

سوال: سر سارنگ ۾ شاهه سائين ڪهڙين ٻاجهين جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: ميها، چيڙ، ڦنگيون (ڪنڀيون).

## شاهہ جي شاعريءَ ۾ رنگن جو ذڪر

سوال: شاهہ سائين لاک جو ذڪر ڪهڙن سرن ۾ ڪيو آهي؟

جواب: سر مومل راڻو، مارئي ۽ سر سارنگ ۾.

سوال: شاهہ سائين ڪهڙيءَ وائيءَ ۾ ڳاڙهي رنگ لاءِ لفظ ڪنهنبو ڪتب آندو آهي؟

جواب: وائي: آئي مند ملار ڪنهنبا ڪنديس ڪپڙا

(سر سارنگ)

سوال: شاهہ سائين ڪاري رنگ لاءِ فارسيءَ جو ڪهڙو لفظ پنهنجي شاعريءَ ۾ استعمال ڪيو آهي؟

جواب: سياهي.

سوال: ڪلهن تي جيڪا ڪپڙي واري سائي شال رکي ويندي آهي ان جو ذڪر لطيف سرڪار ڪهڙي سر ۾ ڪيو آهي.

جواب: سر مومل راڻو ۾.

سوال: شاهہ سائين ڪهڙيءَ وائي ۾ هندن جي هوليءَ جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: وائي: زاريءَ سا زاري، الوا ڪوهيارل ساڻ،
هنلوئن جيئن هولي، ڪري مون توڙ متي تان واري.

سوال: حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪاري رنگ جو ذڪر ڪيترا ڀيرا ڪيو آهي؟

جواب: اٽڪل ٻٽيهہ ڀيرا.

سوال: شاهہ سائين 'لاک' جو ذڪر ڪهڙن سرن ۾ ڪيو آهي؟

جواب: سر مومل راڻو، سر مارئي ۽ سر سارنگ ۾.

سوال: اهو ڪهڙو رنگ آهي جيڪو شاهہ سائين جي شاعريءَ ۾ خوشحالي آسودگي ۽ آباديءَ جي اهڃاڻ طور استعمال ٿيل آهي؟

جواب: سائو رنگ.

سوال: شاهہ سائين پنهنجي محبوب لاءِ ڪهڙو رنگ پسند ڪيو هو؟

جواب: ڳاڙهو رنگ (لالڻ)

سوال: شاهہ سائين ڪاري رنگ لاءِ فارسيءَ جو ڪهڙو لفظ پنهنجي شاعريءَ ۾ استعمال ڪيو آهي؟

جواب: سياهي.

سوال: ڪلهن تي جيڪا ڪپڙي واري سائي شال رکي وبندي آهي. ان جو ذڪر لطيف سرڪار ڪهڙي سر ۾ ڪيو آهي.

جواب: سر مومل راڻو.

سوال: ڪهڙي سٽ ۾ شاهہ صاحب "اڇو"، "اڇاهہ" ۽ اڇائي" ٽي دفعا ڌار ڌار لفظ استعمال ڪري، اڇي رنگ جي اعليٰ هجڻ جو تاثر ڏنو آهي؟

جواب: سٽ: اڇو پيو اڇاهہ تہ اڇا ئي ابهو.

سوال: شاهہ صاحب ڪهڙي رنگ کي پاڪيزگيءَ جو رنگ ڪوٺيو آهي؟

جواب: اڇي رنگ کي.

## شاهہ جي شاعريءَ ۾ وڪرن ۽ وڻج واپار بابت ڄاڻ

سوال: شاهہ صاحب سر يمڻ ڪلياڻ ۾ دڪان لاءِ ڪهڙا لفظ استعمال ڪيا آهن؟

جواب: هٽ ۽ دڪان.

سوال: سر ڪنڀات ۾ شاهہ سائين ڪهڙي خوشبوءَ جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: مشڪ، عطر، ڪپور (ڪافور)، ڪٿوري ۽ چندن (خوشبودار گاهہ).

سوال: شاهہ سائين سر سريراڳ ۾ وڻج واپار لاءِ ڪهڙو لفظ استعمال ڪيو آهي؟

جواب: ويمو.

سوال: شاهہ سائين ڪهڙن سرن ۾ چرخي جو ذڪر ڪيو آهي؟

جواب: سر ڪاپائتي ۽ سر حسينيءَ ۾.

سوال: شاهہ سائين نار جي چرخي لاءِ ڪهڙو لفظ ڪتب آندو آهي؟

جواب: ٻائڙ.

## شاهہ تي لکيل ڪتاب ۽ پي. ايڇ. ڊي ٿيسز

سوال: ڪهڙي انسائيڪلوپيڊيا ۾ شاهہ سائين جو نالو وڏي عظمت سان ورتو ويو آهي؟

جواب: اطالوي انسائيڪلو پيڊيا.

سوال: ڪتاب شاهہ عبداللطيف ڀٽائي هڪ مطالعو ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: ڀيرومل جو.

سوال: ڪتاب "آديسي اٿي ويا" ۾ شاهہ لطيف کانسواءِ ڪيترن شاعرن جو تذڪرو ٿيل آهي؟

جواب: ٽيٽيهہ شاعرن جو.

سوال: ڪتاب ڪشف الابيات ۾ ڪيترن رسالن جو مواد ترتيب ڏنل آهي؟

جواب: يارهن رسالن جا بيت ترتيب ڏنل آهن.

سوال: ڪتاب "ڀٽائي تحقيقي جرنل" شمارو ٢ ڪهڙي سال ۾ شايع ٿيو؟

جواب: جولاءِ 1992ع ۾.

سوال: ڪتاب "سنڌ جو لال شاهہ عبداللطيف ڀٽائي" ڇاپو ٻيو ڪيترن صفحن تي مشتمل آهي؟

جواب: ٻٽيهن صفحن تي.

سوال: ڪتاب "عڪس لطيف" ۾ شاهہ سائين جي ڪهڙن سرن جو اردو ترجمو ڪيل آهي؟

جواب: فقط هڪ سر ڪلياڻ جو.

سوال: ڪتاب اعتراف شاهہ جي فلسفہ جي مومل جو مجازي رخ، ان ڪتاب جا ٻہ اکر ڪنهن لکيا؟

جواب: سراج قريشي.

سوال: ڪتاب "سنڌ جو لال شاهه عبداللطيف ڀٽائي هڪ انقلابي شاعر جي حيثيت ۾" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: مولوي عبدالرحمان ڀُٽي جو.

سوال: ڪتاب "اوسيئڙو ڪاهوڙي ۽ پنڌ" ڇا بابت آهي؟

جواب: هن ڪتاب ۾ شاهه صاحب جي هنگلاج ياترا واري گس سان ليکڪ جي ڪيل سفر متعلق آهي.

سوال: ڪتاب "اوسيئڙو ڪاهوڙي ۽ پنڌ" ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: ڊسمبر 2003ع ۾.

سوال: سفرنامو "اوسيئڙو ڪاهوڙي ۽ پنڌ" ڪنهن ترتيب ڏنو؟

جواب: زوار عبدالستار درس.

سوال: ڪتاب "باهيون بيراڳين جون" (شاهه ۽ ٻين ڪلاسيڪي شاعرن جو اڀياس) ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: تاج جويو.

سوال: ڪتاب "باهيون بيراڳين جون" ۾ ڪيترا مضمون ۽ مقالا ترتيب ڏنل آهن؟

جواب: ٻارنهن مضمون ۽ مقالا.

سوال: ڪتاب "باهيون بيراڳين جون" ڪيترن صفحن تي مشتمل آهي؟

جواب: اسي صفحن تي.

سوال: شاهه سائين تي لکيل مقالن جو مجموعو "باهيون بيراڳين جون" ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: پهريون ڇاپو نومبر 1991ع ۾.

سوال: غلام نبي سڏايو شاهه عبداللطيف ڀٽائي تي پي. ايڇ. ڊي ٿيسز ڪڏهن مڪمل ڪئي؟

جواب: 1989ع ۾.

سوال: ڀٽائي جرنل شمارو پنجون ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: سال 1955ع ۾.

سوال: حسن بانو سومرو، شاهه عبداللطيف ڀٽائي تي پي. ايڇ. ڊي ٿيسز ڪهڙي سال ۾ ڪئي؟

جواب: 1989ع ۾.

سوال: سنڌ اطلاعات کاتي ڪتاب ”آواز لطيف“ سنڌي ۽ اردو ٻوليءَ ۾ شاهه سائين جي ڪهڙي عرس مبارڪ جي موقعي تي شايع ڪرايو؟

جواب: ٻـ سئو ٽيتاليهين عرس مبارڪ جي موقعي تي.

سوال: ڪتاب ”ڀٽائي جا بيت“ ڪنهن لکيو ۽ اهو ڪتاب ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: جُيوتي آسراڻي جو 1966ع ۾.

سوال: ڪتاب ”لطيف ذهني چٽا پيٽي“ ڪنهن لکيو؟

جواب: ڪمال ڄامڙي.

سوال: ڪتاب ”لطيف ذهني چٽا پيٽي“ ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: آگسٽ 2004ع ۾.

سوال: شاهه صاحب جي سوانح بابت صحيح معنيٰ ۾ تحقيقي ڪم ڪڏهن شروع ٿيو؟

جواب: 1880ع ۾.

سوال: لطيف سرڪار ۽ ٻين ڪلاسيڪي شاعرن تي مبني ڪتاب ”ڪلاسيڪي شاعري“ ڀرپور پيرو ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: 1981ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو.

سوال: ڪتاب ”ٽي عظيم شاعر“ ۾ ڪهڙين ٽن عظيم شخصيتن جو ذڪر ٿيل آهي؟

جواب: شاهه عبداللطيف ڀٽائي، ڪوي ڪاليداس ۽ وليم شيڪسپيئر جو.

سوال: ڪتاب "ٽي عظيم شاعر" جو پهريون ڇاپو ڪٿي شايع ٿيو؟

جواب: هندستان ۾.

سوال: ڪتاب "ٽي عظيم شاعر" جو پهريون ڇاپو ۽ ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: پهريون ڇاپو 1991ع ۾.

سوال: ڪتاب "ٽي عظيم شاعر" جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

جواب: هولرام هنس.

سوال: ڪتاب "ٽي عظيم شاعر" ڪيترن صفحن تي مشتمل آهي؟

جواب: ٻه سئو تيرنهن صفحن تي.

سوال: هولا رام هنس جي تحقيق مطابق شيڪسپيئر سٺتيهه ڊراما لکيا آهن. توهان اهو ٻڌايو ته شاهه لطيف نظم ۾ ڪيتريون ڪهاڻيون لکيون آهن؟

جواب: نوَ ڪهاڻيون.

سوال: ڪتاب "شاهه لطيف جي شاعري ۽ ڪارناما" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: موتي لال جوتوائي جو.

سوال: شاهه صاحب تي ڪتاب "ڇپر ڪين ڏي" جي محقق جو نالو ٻڌايو؟

جواب: ج — ع منگهاڻي.

سوال: شاهه سائين تي لکيل ڪتاب "ڇپر ڪين ڏي" ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: مئي 2000ع تي.

سوال: ڪتاب "سر سارنگ" (لطيفيات) ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: تاج صحرائيءَ جو.

سوال: اردو ڪتاب "عڪس لطيف" ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: 1951ع ۾.

سوال: حاجي حقير بن مگڻ جو شاهہ جي شاعريءَ جي پس منظر ۾ لکيل "سهڻي ميهار "منظوم قصو ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: 1964ع ۾.

سوال: شاهہ جي شاعريءَ جي پس منظر ۾ "مومل ۽ مينڌرو" منظوم قصو ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: حاجي حقير ابن مگڻ جو.

سوال: حاجي حقير جو شاهہ جي شاعريءَ جي پس منظر ۾ لکيل ڪتاب "عمر مارئيءَ جون ٽيهہ راتيون" ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: 1955ع ۾.

سوال: ڪتاب "بزم لطيف" ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: 1954ع ۾.

سوال: بزم لطيف جو ليکڪ ڪير آهي؟

جواب: محبوب علي چنا.

سوال: محمد حسين ڪاشف کي ڪهڙي ڪتاب تي اڪيڊمي ادبيات پاڪستان اسلام آباد طرفان سنڌي ادب جو "شاهہ لطيف ايوارڊ" ڏنو ويو؟

جواب: "ڪنڌيءَ ڪونئر ٽڙن" ڪتاب تي.

سوال: محمد صديق مسافر جو لکيل ڪتاب "سرآسا" ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: 1968ع ۾.

سوال: محمد صديق مسافر جو 1948ع ۾ شاهہ جي ڪهڙي سر تي ڪتاب شايع ٿيو؟

جواب: سر سسئي آبري.

سوال: 1980ع ۾ شاهه جي ٻن ڪردارن سان منسوب سهڻي ميهار ايوارڊ ڪهڙي فنڪار کي ڏنو ويو؟

جواب: موهن ڀڳت کي.

سوال: ڪماري رڪمڻيءَ شاهه لطيف تي ڪهڙي ٻوليءَ ۾ ٿيسز لکي؟

جواب: هندي ٻوليءَ ۾.

سوال: ڪماري رڪمڻي شاهه تي ڪهڙي موضوع تي ٿيسز لکي تيار ڪئي؟

جواب: ”سسئي اور شاهه عبداللطيف ڪي ڪوتا ۾ پريم ڪي ڀاونا“.

سوال: ڪتاب ”سر ڪليان عرف تصوف جو آئينو“ ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: رشيد احمد لاشاريءَ جو.

سوال: رشيد احمد لاشاري جو لکيل ڪتاب ”شاهه عبداللطيف ڀٽائي“ ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: 1955ع ۾.

سوال: 1962ع ۾ رشيد احمد لاشاري جو شاهه جي ڪهڙي سورميءَ تي لکيل ڪتاب شايع ٿيو؟

جواب: مارئيءَ تي.

سوال: شاهنواز سوڍر شاهه لطيف تي پي. ايچ. ڊي ڪنهن جي رهبريءَ ۾ ڪئي؟

جواب: علامه غلام مصطفيٰ قاسمي جي رهبريءَ ۾.

سوال: سنڌ يونيورسٽي مان سنڌي زبان ۾ سڀ کان پهرين شاهه لطيف تي پي. ايچ. ڊي ڪنهن ڪئي؟

جواب: ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر.

سوال: شاهنواز سوڍر شاهہ لطيف تي ٿيسز ڪڏهن مڪمل ڪئي؟

جواب: 1988ع ۾.

سوال: ڪتاب ”سنڌي ثقافت ۽ شاهہ لطيف“ يٽ شاهہ ثقافتي مرڪز حيدرآباد. ڪڏهن شايع ڪيو؟

جواب: 1991ع ۾.

سوال: ڪتاب ”اشارات شاهہ“ ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ جو.

سوال: ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جو ترتيب ڏنل ڪتاب ”لطيف ڪوئيز“ ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: 1978ع ۾.

سوال: لطيفي داستانن بابت اردو ۾ لکيل ڪتاب ”ماروي ڪي ديس ۾“ ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: شيخ عبدالرزاق راز جو.

سوال: فهميده حسين کي شاهہ صاحب تي لکيل پي. ايچ. ڊي ٿيسز تي ڀهريون ڀيرو ڪڏهن لطيف ايوارڊ مليو؟

جواب: 1993ع ۾.

سوال: ڪتاب ”يٽائي ميسيج آف ماسٽر“ جي مصنف جو نالو ٻڌايو؟

جواب: حميد سنڌي.

سوال: 1953ع کان 1962ع تائين محڪمہ اطلاعات ڪاتي شاهہ صاحب تي لکيل مضمونن ۽ مقالن تي مبني ڪيترا ڪتاب شايع ڪرايا؟

جواب: ڇهہ ڪتاب.

سوال: ڪهڙي انگريزي ڪتاب ۾ فيض بخشا پوريءَ شاهہ لطيف کي خراج عقيدت پيش ڪيو آهي؟

جواب: ڪتاب Poet laureate of Sindh ۾.

سوال: ڪتاب "بنگال جو لطيف رابندر ناٿ ٽيگور" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: منصور قادر جوڻيجو جو.

سوال: ڪتاب "اسان جا ٻه عظيم شاعر شاهه لطيف ۽ علامه اقبال" ڪهڙي اداري شايع ڪرايو؟

جواب: اسلامي اڪيڊمي لطيف آباد، حيدرآباد.

سوال: ڪتاب "اسان جا ٻه عظيم شاعر شاهه لطيف ۽ علامه اقبال" ڪيترن صفحن تي مشتمل آهي؟

جواب: هڪ سئو سورهن صفحن تي.

سوال: ڪتاب "اسان جا ٻه عظيم شاعر شاهه لطيف ۽ علامه اقبال" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: پروفيسر ڪريم بخش نظاماڻيءَ جو.

سوال: ڪتاب "اسان جا ٻه عظيم شاعر شاهه لطيف ۽ علامه اقبال" ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: 1987ع ۾.

سوال: ڪتاب "اسان جا ٻه عظيم شاعر شاهه لطيف ۽ علامه اقبال" ڪيترن بابن تي مشتمل آهي؟

جواب: پنجن بابن تي.

سوال: ساليانې "لطيف مخزن" 1977_78ع جي ايڊيٽر جو نالو ٻڌايو؟

جواب: سليمان سولنگي.

سوال: ساليانې "لطيف مخزن" 1977_78ع ڪنهن جي سرپرستيءَ ۾ شايع ٿيو؟

جواب: پروفيسر علي محمد انصاريءَ جي سرپرستيءَ ۾.

سوال: ڪتاب "شاهه عبداللطيف ڀٽائي فن، فڪر ۽ شخصيت جديد مطالعو" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: ادا قاضي جو.

سوال: ڪتاب "شاهه عبداللطيف ڀٽائي فن، فڪر ۽ شخصيت جديد مطالعو، ڪيترن صفحن تي مشتمل آهي؟

جواب: ايڪهٺ صفحن تي.

سوال: مضمون شاهه جو غيب تي ايمان ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: ادا قاضي.

سوال: ڪتاب "شاهه عبداللطيف ڀٽائي فن، فڪر ۽ شخصيت جديد مطالعو" ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: ڇاپو ٻيو ڊسمبر 2000ع ۾.

سوال: ڪتاب "لغات لطيفي" جو ٽيون ڇاپو ڪهڙي هجري سن ۾ شايع ٿيو؟

جواب: ١٢١٥ هجري ۾.

سوال: "لغات لطيفي" جو ٻيو ڇاپو ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: 1914ع ۾.

سوال: سنڌالاجيءَ شاهه سائين متعلق هڪ سئو ٻارنهن نمبر ڪهڙو ڪتاب شايع ڪيو؟

جواب: ڪتاب "ٻاروچي ٻولي."

سوال: رابيل پبليڪيشن، شاهه سائين متعلق ارڙهون نمبر ڪتاب ڪهڙو شايع ڪرايو؟

جواب: شاهه سچل سامي.

سوال: ڪتاب "شاهه سچل سامي" ڪنهن مرتب ڪيو؟

جواب: اي. جي. اتم.

سوال: اي. جي. اتم جي ترتيب ڏنل ڪتاب "شاهه سچل سامي" ۾ شايع ٿيل مقالو، شاهه تي تنقيد ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: موهن گيهاڻيءَ جو.

سوال: غلام مصطفيٰ کهڙو جي پي. ايچ. ڊي ٿيسز "شاهه لطيف تي ٿيل تحقيق جو جائزو" ڪڏهن مڪمل ٿي؟

جواب: 1977ع ۾.

سوال: مقالو "علامه اقبال ۽ ڀٽائي جو عشق رسول ﷺ" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: ڪريم بخش نظاماڻيءَ جو.

سوال: ٻه ٽي مارچ 1973ع تي شاهه صاحب جي سوانح حيات تي لکيل ڪتابن جي نمائش سنڌ جي ڪهڙي شهر ۾ ٿي؟

جواب: حيدرآباد شهر ۾.

سوال: 1973ع ۾ لطيف سرڪار جي شاعريءَ ۽ زندگيءَ تي لکيل ڪتابن جي نمائش جي صدارتي تقرير ڪنهن ڪئي؟

جواب: پروفيسر سيد غلام مصطفيٰ شاهه.

سوال: ميمڻ عبدالغفور جو ترتيب ڏنل ڪتاب "شاهه عبداللطيف ڀٽائي" ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: 1969ع ۾.

سوال: ليلارام خاڪي لطيف سائين جي حياتيءَ، فڪر ۽ فن بابت ڪتاب ڪڏهن مڪمل ڪيو؟

جواب: چوڏهن مارچ 1889ع تي.

سوال: ڪتاب "مون مطالع سپرين" جا ٻه اکر ڪنهن لکيا؟

جواب: سيد غلام مصطفيٰ شاهه.

سوال: ڪتاب "مون مطالع سپرين" ڪڏن شايع ٿيو؟

جواب: اپريل 1955ع ۾.

سوال: شاهه سائين تي لکيل ڪتاب "مون مطالع سپرين" جي ليکڪ جو نالو ٻڌايو؟

جواب: ڊاڪٽر اياز حسين قادري.
سوال: ڪتاب ”مون مطالع سپرين“ ۾ ڇا جو ذڪر آهي؟
جواب: شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي ڪلام جو اڀياس.
سوال: ڪتاب ”شاهه عبداللطيف ۽ نوجوان“ ڪهڙي اداري شايع ڪرايو؟
جواب: شاهه عبداللطيف ڪلچرل سوسائٽي.
سوال: ڪتاب ”مون مطالع سپرين“ ۾ شاهه جي ڪلام جو اڀياس ڪيترن صفحن تي مشتمل آهي؟
جواب: ٻه سئو چوويهن صفحن تي.
سوال: ڪتاب ”شاهه لطيف جي موسيقي“ جي نظرثاني ڪنهن ڪئي؟
جواب: استاد محمد حسن.
سوال: ڪتاب ”شاهه آفاقي شاعر“ ڪهڙي اديب ۽ محقق جو لکيل آهي؟
جواب: ڊاڪٽر حيدر سنڌي جو.
سوال: ڪتاب ”ڀٽائي جي وطن جو مستقبل“ ڪڏهن شايع ٿيو؟
جواب: 1972ع ۾.
سوال: رام پنجواڻي جو لکيل ڪتاب ”لطيف“ ڪڏهن شايع ٿيو؟
جواب: 1945ع ۾.
سوال: ڪتاب ”سر ڪنيات ۽ قرآني تعليم“ ڪنهن جو لکيل آهي؟
جواب: پروفيسر اڪرم انصاري جو.
سوال: ڪتاب ”ڀٽ جو گهوٽ عرف پارڪو پارس جا“ ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: ڊاڪٽر بشير احمد شاد جو.

سوال: ڀارت ۾ سڀ کان پهريائين ڪهڙي عالم شاهه عبداللطيف تي پي. ايڇ. ڊي ڪئي؟

جواب: موتي لال جوتوائي.

سوال: موتي لال جوتوائيءَ شاهه عبداللطيف تي پي. ايڇ. ڊي ڪڏهن ڪئي؟

جواب: 1972ع ۾.

سوال: "پٽ جو شاهه" ڪتاب جو مهاڳ سُورلي ڪهڙي تاريخ ۽ سال ۾ لکيو؟

جواب: ايڪٽيهه مارچ 1938ع ۾.

سوال: "اوجاڳي اجاريا" ڪتاب ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: ڊاڪٽر شاهنواز سوڍو جو.

سوال: شاهه لطيف جي فن ۽ فڪر تي لکيل مقالن تي مبني ڪتاب "اوجاڳي اجاريا" ڪهڙي اداري شايع ڪيو؟

جواب: لطيف ساڃاهه پبليڪيشن. لاڙڪاڻو.

سوال: ڪتاب "اوجاڳي اجاريا" ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: پهريون ڇاپو ڊسمبر 2000ع ۾.

سوال: ڪتاب "اوجاڳي اجاريا" مصنف ڪنهن کي ارپيو آهي؟

جواب: گهنور خان ۽ وزير حسين سوڍر کي.

سوال: شاهه لطيف جي مقالن تي مبني ڪتاب "اوجاڳي اجاريا" جو مقدمو شاهنواز سوڍر ڪهڙيءَ تاريخ تي لکيو؟

جواب: ٻه ڊسمبر 2000ع تي.

سوال: ڪتاب "اوجاڳي اجاريا" ۾ شاهه سائين متعلق ڪيترا مقالا ترتيب ڏنل آهن؟

جواب: ٻاويهه مقالا.

سوال: ڪتاب "اوجاڳي اجاريا" ڪيترن صفحن تي مشتمل آهي؟

جواب: ٻہ سئو ٺياسي صفحن تي.

سوال: "شاھ لطيف تي تحقيق" ڪتاب ڪنهن سهيڙيو؟

جواب: ڊاڪٽر درشهوار سيد.

سوال: ڪتاب "شاھ لطيف تي تحقيق" ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: جولاءِ 1995ع ۾.

سوال: ڪتاب "شاھ لطيف تي تحقيق" جو پيش لفظ ۽ مهاڳ ڪنهن ۽ ڪڏهن لکيو؟

جواب: درشهوار سيد. اَٺَ جولاءِ 1995ع تي.

سوال: ڪتاب "شاھ لطيف تي تحقيق" ۾ گهڻا مقالا ڏنل آهن؟

جواب: اَٺَ.

سوال: ڪتاب "شاھ لطيف تي تحقيق" ڪيترن صفحن تي مشتمل آهي.

جواب: هڪ سئو چوئيتاليھ صفحن تي.

سوال: ڪتاب "ڪوڙين ڪن سلام" شاھ سائين جي ڪهڙي عرس مبارڪ جي موقعي تي شايع ڪيو ويو؟

جواب: ٻہ سئو انونجاهين عرس جي موقعي تي.

سوال: ڪتاب "ڪوڙين ڪن سلام" ڪنهن جي نگراني ۾ شايع ٿيو؟

جواب: شهناز ايس حامد جي نگراني ۾.

سوال: ڪتاب "ڪوڙين ڪن سلام" جي ايڊيٽر جو نالو ٻڌايو؟

جواب: شهناز قريشي ۽ آفتاب ابڙو.

سوال: مهراڻ اڪيڊمي 2005ع تائين شاھ عبداللطيف ڀٽائي جي سوانح ۽شعر بابت ڪيترا ڪتاب شايع ڪيا؟

جواب: اوڻيھ ڪتاب.

سوال: ڪتاب "تحقيقات لطيف" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: ڊاڪٽر نواز علي شوق جو.

سوال: ڪتاب "تحقيقات لطيف" ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: جنوري 2005ع ۾.

سوال: مهراڻ اڪيڊمي شاهه سائين بابت ڪتاب نمبر ٻه سئو ڇهه ڪهڙي نالي سان شايع ڪيو؟

جواب: تحقيقات لطيف.

سوال: ڪتاب "تحقيقات لطيف" ۾ ڪيترا چونڊ مقالا ترتيب ڏنل آهن؟

جواب: ايڪيهه مقالا.

سوال: ڪتاب "ڪشف الابيات" جي سهيڙيندڙ جو نالو ٻڌايو؟

جواب: ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو.

سوال: ڪتاب "ڪشف الابيات" ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: سيپٽمبر 1995ع ۾.

سوال: ڪتاب "شاهه عبداللطيف ڀٽائي هڪ مطالعو" جو پيش لفظ ڪنهن لکيو؟

جواب: پروفيسر محمد سليم ميمڻ.

سوال: ڪتاب "احوال شاهه عبداللطيف ڀٽائي" جو ٽيون ڇاپو 1910ع ۾ ڪهڙي پريس مان ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو؟

جواب: وڪٽوريه پريس سکر مان.

سوال: شاهه عبداللطيف ڀٽائي متعلق لکيل ڪتاب "تحفه غريب" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: مرزا قليچ بيگ جو.

سوال: ڊاڪٽر درشهوار سيد پنهنجي دور ۾ ڀٽائي چيئر مان شاهه لطيف جي فن ۽ فڪر، موسيقي ۽ ٻين مقالن جا ڪيترا ڪتاب شايع ڪرايا؟

جواب: ست ڪتاب.

سوال: ڪتاب "شاهه لطيف ڀٽائي هڪ مطالعو" ڀٽائي چيئر لاءِ ڪنهن سهيڙيو؟

جواب: آزاد قاضيءَ.

سوال: Social Content in Shah Jo Risalo ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: سيپٽمبر 1998ع ۾.

سوال: ڪتاب "ڇپر جي ڇولي" شاهه سائين جي ڪهڙيءَ سورميءَ جي حوالي سان لفظن جي معنيٰ ڏنل آهي؟

جواب: سسئي جي حوالي سان.

سوال: ڪتاب "ڇپر جي ڇولي" ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: جون 1999ع ۾.

سوال: ڪتاب "ڇپر جي ڇولي" جو مهاڳ ڪنهن لکيو؟

جواب: ڊاڪٽر فهميده حسين.

سوال: ڪتاب The book of Shah Abdul Latif ڪنهن لکيو؟

جواب: پروفيسر جرڊ ڀونچي.

سوال: ڪتاب "دي بڪ آف شاهه عبداللطيف" جرڊ ليپڪيءَ ڪهڙي ٻوليءَ ۾ لکيو؟

جواب: جرمن ٻوليءَ ۾.

سوال: شاهه صاحب جي ٻه سئو سٺيهين عرس مبارڪ جي موقعي تي محڪمه اطلاعات ڪاتي اردوءَ ۾ ڪهڙو ڪتاب شايع ڪيو؟

جواب: ڪتاب "شاهه عبداللطيف ڀٽائي احوال و افڪار"

سوال: اردو ڪتاب "شاهه عبداللطيف ڀٽائي احوال و افڪار" جو پيش لفظ ڪنهن لکيو؟

جواب: احمد مقصود حميدي، ٻارنهن سيپٽمبر 1981ع ۾.

سوال: سنڌ اطلاعات کاتي شاهه صاحب جي ٻه سئو اٺيهين عرس مبارڪ جي موقعي تي، ڪهڙو ڪتاب شايع ڪيو؟

جواب: ڪتاب "نذر لطيف"

سوال: ممتاز مرزا واري اردو ڪتاب "فڪر لطيف" ۾ ڪيترا مقالا ترتيب ڏنل آهن؟

جواب: ڏهه مقالا

سوال: قيصر نيازيءَ جو ڪهڙو مقالو اردو ڪتاب "فڪر لطيف" ۾ شايع ٿيو؟

جواب: مقالو "شاهه عبداللطيف ڀٽائي اور ان ڪي شاعري"

سوال: ڪتاب "فڪر لطيف" ۾ اسماعيل سينيءَ جو ڪهڙو مقالو شايع ٿيو؟

جواب: مقالو "شاهه عبداللطيف ڀٽائي."

سوال: محڪمه اطلاعات جي ڪتاب "عرفان لطيف" ۾ نذرانه عقيدت ڪنهن لکي؟

جواب: سيد بشير حسن.

سوال: ڪتاب "شاهه عبداللطيف ڀٽائي دنيا جو بي مثال شاعر" جو مهاڳ ڪنهن ۽ ڪهڙي تاريخ تي لکيو؟

جواب: عبدالغفار سومري ڀهرين سيپٽمبر 1993ع تي.

سوال: ڪتاب "شاهه عبداللطيف ڀٽائي دنيا جو بي مثال شاعر" ڪڏهن ڇپيو؟

جواب: 1993ع تي.

سوال: ڪتاب "گوهر لطيف" ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: آڪٽوبر 1986ع ۾.

سوال: شاهه سائين جي ٻه سئو ٻنجوبهه عرس جي موقعي تي سنڌ اطلاعات کاتي ڪهڙو ڪتاب شايع ڪرايو؟

جواب: ڪتاب "لطيفي تحريڪ".

سوال: ڪتاب "لطيفي تحريڪ" ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: فيبروري 1977ع ۾.

سوال: ڪتاب "عرفان لطيف" مصنف بشير شاد جو ٽيون ڇاپو ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: 1998ع ۾.

سوال: ڪتاب "عرفان لطيف" مصنف بشير احمد شاد. انتساب ڪنهن جي نالي آهي؟

جواب: ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جي نالي.

سوال: ڪتاب عرفان لطيف جا ٻ اکر ڊاڪٽر بشير احمد شاد ڪهڙي تاريخ تي لکيا؟

جواب: ايڪتيهه مارچ تي.

سوال: مصنف محمد خان غنيءَ جو "عرفان لطيف". ڪتاب محڪمہ اطلاعات ڪڏهن شايع ڪرايو؟

جواب: 1966ع ۾.

سوال: محمد خان غنيءَ جو لکيل ڪتاب "عرفان لطيف" ڪيترن حصن تي مشتمل آهي؟

جواب: ٻن حصن تي.

سوال: محمد خان غنيءَ وارو ڪتاب "عرفان لطيف" ڪيترن صفحن تي مشتمل آهي؟

جواب: ٽياسي صفحن تي مشتمل آهي.

سوال: ڪتاب "هيڪار" ۾ شاهہ سائين متعلق ڪيترا مضمون ڏنل آهن؟

جواب: ڇهہ مضمون.

سوال: شاهہ سائين جي مضمونن تي لکيل ڪتاب "هيڪار" ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: 1959ع ۾.

سوال: ڪتاب "هيڪار" جي شروع ۾ شاهہ سائين جو ڪهڙو بيت ڏنل آهي؟

جواب: بيت: ساموندي آئيا، هر هنڌ ٿي هيڪار.
احسان ڪري اپار، اجهي اچ عيان ٿيا.

سوال: ايم اي عالمائي جو لکيل ڪتاب "پيج پٽائي نئون روپ نئون سينگار" ڪيترن صفحن تي مشتمل آهي؟

جواب: هڪ سئو انٺيهه صفحن تي.

سوال: ڪتاب "پيج پٽائي نئون روپ نئون سينگار" شاهه سائين جي ڪهڙن سرن جو نئون روپ ۾ فلسفو بيان ڪيل آهي؟

جواب: ڪليان، يمن ڪليان، ڪنڀات، سورٺ ۽ سرآسا جو.

سوال: ڪتاب "پيج پٽائي نئون روپ نئون سينگار" ۾ سر ڪنڀات جو نئون روپ ڪهڙي عنوان سان ڏنل آهي؟

جواب: پرواز خيالات.

سوال: ڪتاب "شاهه عبداللطيف ڀٽائي دنيا جو بيمثال شاعر" جو ديباچو ڪنهن ۽ ڪڏهن لکيو؟

جواب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (وزير تعليم) چوڏهن آگسٽ 1993ع تي.

سوال: ممتاز مراز جو اردو ۾ ترتيب ڏنل ڪتاب "فڪر لطيف" شاهه سائين جي ڪهڙي عرس مبارڪ جي موقعي تي شايع ٿيو؟

جواب: ٻه سئو ستيتاليهين عرس مبارڪ جي موقعي تي.

سوال: ممتاز مرزا جو اردو ۾ ترتيب ڏنل ڪتاب "فڪر لطيف" ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: 1991ع ۾.

سوال: اطلاعات کاتي وارن شاهه سائينءَ جي ٻه سئو ايڪيتاليهه ورسيءَ تي ڪهڙو ڪتاب شايع ڪيو؟

جواب: پيغام لطيف.

سوال: شاهه عبداللطيف يادگار ڪميٽيءَ شاهه صاحب جي ٻه سئو سالهه ورسيءَ جي موقعي تي ڪهڙو ڪتاب شايع ڪيو؟

جواب: ڪتاب "ياد لطيف."

سوال: ڪتاب "ياد لطيف" جو ديباچو ڪهڙيءَ تاريخ تي ۽ ڪنهن لکيو؟

جواب: ٻاويهہ آڪٽوبر 1953ع تي نبي بخش خان بلوچ.

سوال: "شاهنامو رسالو" شاهہ سائين جي ڪهڙي ورسيءَ جي موقعي تي شايع ڪيو ويو؟

جواب: ٻہ سئو اناويهين ورسيءَ جي موقعي تي.

سوال: اردو ڪتاب "شاهہ عبداللطيف ڀٽائي احوال و افڪار" ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: ڊسمبر 1981ع ۾.

سوال: ڪتاب "دي بڪ آف شاهہ عبداللطيف" شاهہ لطيف چيئر ڪڏهن شايع ڪرايو؟

جواب: مئي 2000ع م.

سوال: ڪتاب "زندگيءَ جو سفر رومي. شاهہ ۽ اقبال" ڪنهن لکيو؟

جواب: عبدالغفور ڀرڳڙيءَ.

سوال: ڪتاب شاهہ لطيف جي موسيقي ڪيترن حصن تي مشتمل آهي؟

جواب: ٻن حصن تي.

سوال: هي ڪتاب ڪهڙي اداري ڇپرايو آهي؟

جواب: شاهہ لطيف چيئر، ڪراچي يونيورسٽي.

سوال: اردو ڪتاب "شاهہ لطيف ڪي شاعري اور فڪر" ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: ڊسمبر 1994ع ۾.

سوال: ڪتاب "تحقيق جو طريقي ڪار" ڀٽائي چيئر ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: جولاءِ 1995ع ۾.

سوال: ڪتاب شاهہ لطيف تي ببلو گرافي ڪنهن ڪي اربيو وبو؟
جواب: صوفي شاهہ عنايت شهيد جهوڪ واري ڪي.
سوال: تنقيدي ڪتاب "شاهہ جو رسالو منهنجي نظر ۾" پهريون ڀيرو سنڌ ۾ ڪڏهن شايع ٿيو؟
جواب: فيبروري 1995ع ۾.
سوال: ڪتاب "شاهہ جو رسالو منهنجي نظر ۾" ڪنهن جو لکيل آهي؟
جواب: پيرومل مهرچند آڏوائيءَ جو.
سوال: ڪتاب "قدم ڪاپڙين جا" جو ٻيو ڇاپو ڪڏهن شايع ٿيو؟
جواب: 2003ع ۾.
سوال: ڪتاب "قدم ڪاپڙين جا" ڪنهن جو لکيل آهي؟
جواب: فقير امداد علي سرائيءَ جو.
سوال: ڪتاب "شاهہ جا سَرمُور" ڪنهن لکيو؟
جواب: منوهر متلاڻي.
سوال: ڪتاب "شاهہ جا سر مور" سنڌ ۾ ڪهڙي اداري شايع ڪيو ۽ ڪڏهن شايع ڪيو؟
جواب: روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو 1992ع ۾.
سوال: ڪتاب شاهہ جا سر مور ڪيترن عنوانن تي مشتمل آهي؟
جواب: ستن عنوانن تي.
سوال: ڊاڪٽر ايس ايم جهانگياڻي شاهہ لطيف تي پي. ايچ. ڊي ڪڏهن ڪئي؟
جواب: 1976ع ۾.
سوال: ٿيسز "شاهہ عبداللطيف ۽ سندس دور" دهليءَ مان ڪڏهن شايع ٿي؟

جواب: 1986ع ۾.
سوال: ڪتاب "ڀٽائي تي بهتان" ڪڏهن شايع ٿيو؟
جواب: جنوري 1998ع ۾.
سوال: مئي 1968ع تي نئين زندگيءَ ۾ شايع ٿيل مضمون "شاهه جي سر سورٺ جي ساک" ڪنهن جو لکيل آهي؟
جواب: تيرٿداس هوتچند جو.
سوال: شاهه متعلق لکيل مقالن تي مبني ڪتاب "ترتي تند نياز سين" ڪڏهن شايع ڪيو ويو؟
جواب: فيبروري 1988ع مطابق ١٤٠٨هه ۾.
سوال: ڪتاب "شاهه عبداللطيف ڀٽائي هڪ مطالعو" ڀٽائي چيئر ڪڏهن شايع ڪيو؟
جواب: مئي 1997ع ۾.
سوال: ڀٽائي تحقيقي جرنل شمارو ٻيو ڪڏهن شايع ٿيو؟
جواب: جولاءِ 1991ع ۾
سوال: ڪتاب "ڀٽائي تحقيقي جرنل" ٻهرئين ۾ ڪيترا مقالا ۽ مضمون ترتيب ڏنل آهن؟
جواب: ٻارنهن مقالا ۽ مضمون.
سوال: ڪتاب شاهه جو شعر ڪنهن ترتيب ڏنو؟
جواب: پرسو جيارام گدوائي.
سوال: ڊاڪٽر تنوير عباسي شاهه لطيف جي شاعري تي ڪهڙي نالي سان ڪتاب لکيو؟
جواب: شاهه لطيف جي شاعري.
سوال: ڪتاب "شاهه لطيف جي شاعري" ٻهريون ڀيرو ڪڏهن ڇپيو؟
جواب: 1976ع ۾.
سوال: هن ڪتاب جو ٻهريون ڇاپو ڪهڙي اداري ڇپرايو؟

جواب: شاهہ عبداللطيف ثقافتي سوسائٽي، ڪراچي.
سوال: هن ڪتاب جو ناشر ڪير هو؟
جواب: سيد غلام مصطفيٰ شاهہ.
سوال: ڪتاب ”شاهہ لطيف جي شاعري“ جو آخري وڏايل ۾ سنواريل ڇاپو ڪڏهن ڇپيو؟
جواب: جنوري 1995ع ۾.
سوال: هي نئون ڇاپو ڪهڙي اداري ڇپرائي پڌرو ڪيو؟
جواب: روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو.
سوال: ڪتاب ”پيغام لطيف“ ڪنهن جو لکيل آهي؟
جواب: جي ايم سيد جو.
سوال: هي ڪتاب ڪيترن فصلن تي مشتمل آهي؟
جواب: ٻارهن فصلن تي.
سوال: هن ڪتاب جي پهرئين ڇاپي لاءِ پبلشر طور بہ اکر ڪنهن لکيا؟
جواب: محمد عثمان ڏيپلائيءَ.
سوال: ڏيپلائي صاحب هي ڪتاب ڪهڙي اداري پاران ڇپرايو؟
جواب: ”سلسلہ انسانيت“ پاران.
سوال: هي ڪتاب شاهہ تي لکيل ٻين ڪتابن کان ڪيئن مختلف آهي؟
جواب: هن ڪتاب ۾ پهريون ڀيرو شاهہ صاحب جو اپياس هڪ وطن دوست ۽ ترقي پسند شاعر طور پيش ڪيو ويو آهي.
سوال: ڇا محترم جي ايم سيد جو شاهہ تي ٻيو بہ ڪو ڪتاب آهي؟
جواب: ها، شاهہ جون وايون ۽ ڪافيون.
سوال: ڪتاب شاهہ عبداللطيف هڪ مطالعو شاهہ لطيف چيئر لاءِ ڪنهن سهيڙيو؟

جواب: آزاد قاضي.

سوال: ڪتاب ”شاهه عبداللطيف ڀٽائي“ هڪ مطالعو ڪڏهن شايع ٿيو؟

جواب: مئي 1997ع ۾.

سوال: ڪتاب شاهه عبداللطيف هڪ مطالعو جو مهاڳ ڪنهن لکيو؟

جواب: ڊاڪٽر تنوير عباسي.

سوال: ”شاهه سچل سامي“ ڪتاب سنڌ جي ڪهڙي دانشور جو لکيل آهي؟

جواب: محمد ابراهيم جويو.

سوال: هن ڪتاب جا ڪيترا ڇاپا ڇپجي چڪا آهن؟

جواب: ڇهه ڇاپا.

سوال: هن ڪتاب جا آخري ٻه ڇاپا ڪهڙي اداري ڇپرايا؟

جواب: روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو.

سوال: ڪتاب ”شاهه سچل سامي“ ۾ ڇا بابت مواد ڏنل آهي؟

جواب: سنڌ جي ٽن لافاني شاعرن شاهه سچل ۽ ساميءَ جي دور جي سماجي تاريخ ڏنل آهي.

سوال: شاهه جي شاعريءَ جو سنڌ جي ڪلاسيڪل شاعرن جي تقابلي جائزي تي ڪتاب ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جو.

سوال: اُن ڪتاب جو نالو ڇا آهي؟

جواب: لطيفي لات.

سوال: شاهه صاحب جي سير و سفر بابت ڪهڙو ڪتاب لکيل آهي؟

جواب: لطيفي سير.

سوال: ڪتاب ”لطيفي سير“ ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: پيرومل مهر چند آڏوائيءَ جو.

سوال: ڪتاب "شاهائو شاهه" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: لال چند امرڏني مل جڳتيائيءَ جو.

سوال: شاهه لطيف تي انب گوپانگ جو ڪهڙو ڪتاب شاهه لطيف چيئر ١٩٩٩ع ۾ شايع ڪرايو؟

جواب: ڇپر جي ڇانو.

سوال: لطيف سائينءَ جي ڪهڙي شارح جي خواهش هئي ته لطيف سائين جي ڪلام تي ڪتاب "لطيفي ٻوليءَ" ۾ شايع ڪرايان مگر سندس اها خواهش پوري نه ٿي؟

جواب: سيد نجف علي شاهه ڪمتر نقوي جي.

## شاهه تي لکيل مقالا ۽ مضمون

سوال: مقالو شاهه جو رسالو ۽ قرآن ڪريم ڪنهن ترتيب ڏنو؟
جواب: ڊاڪٽر خالد ٽالپر.
سوال: مضمون "شاهه جو ڪانگل" ڪنهن جو لکيل آهي؟
جواب: عنايت بلوچ جو.
سوال: ڪتاب "باهيون بيراڳين جون" ۾ ڪيترا مضمون ۽ مقالا ترتيب ڏنل آهن؟
جواب: يارنهن مضمون ۽ مقالا.
سوال: تاج جويي ڪهڙي سال سڪرنڊ ۾ ڪتاب "شاهه سچل سامي" تي ٿيل تنقيدي ڪچهريءَ ۾ مقالو پڙهيو؟
جواب: 1976ع ۾.
سوال: مضمون "شاهه ڀٽائي ۽ شهباز جو شڪار" ڪنهن لکيو؟
جواب: مولانا در محمد خاڪ.
سوال: محبوب علي سمي جو مقالو "شاهه لطيف جي فڪر تي حملو" سترهن ڊسمبر 1993ع ۾ ڪهڙي اخبار ۾ شايع ٿيو؟
جواب: اخبار هلال پاڪستان ۾.
سوال: 22 جنوري 1994ع تي اخبار "خادم وطن" ۾ مضمون "امن جو ماڳ ۽ سيد لطيف" ڪنهن جو شايع ٿيو؟
جواب: محمد راهمي جو.
سوال: مقالو "ڀٽائي لغات جو ماهر" ڪنهن ترتيب ڏنو؟
جواب: وقار حسين ٻانڀڻ.
سوال: لهرون محزن ۾ تقرير "شاهه ۽ سامي" ڪهڙي اديب جي شايع ٿي؟
جواب: نارائڻ داس ڀمڀاڻي جي.

سوال: مقالو "رڪ وهندي راند" (سر ڪيڏاري ۾ سورهيائي جو قصو) ڪنهن ترتيب ڏنو؟
جواب: ڊاڪٽر ام ڪلثوم شاهه.
سوال: مقالو "لطيف جو سر ڪاهوڙي" ڪنهن ترتيب ڏنو؟
جواب: حافظ محمد بخش خاصخيلي.
سوال: مقالو "سنڌ جا ڪلاسيڪل شاعر" (مختصر اپياس) ڪنهن ترتيب ڏنو؟
جواب: ملڪ نديم
سوال: مضمون "مسلماني پٽ ڏٺي جي نظر ۾" ڪنهن لکيو؟
جواب: علي نواز جتوئي.
سوال: شاهه سائين جي زندگيءَ ۽ ڪلام تي مبني اردو مضمونن جو ترتيب ڏنل ڪتاب "مفڪر مهران" ڪڏهن شايع ٿيو؟
جواب: 1963ع ۾.
سوال: مقالو "شاهه عبداللطيف ڀٽائي ايڪ آفاقي شاعر" ڪنهن جو لکيل آهي؟
جواب: محمد علي صديقي جو.
سوال: مقالو "Latif's Message of Man Kind" "لطيفس ميسيج آف مئن ڪائنڊ" ڪنهن جو لکيل آهي؟
جواب: عبدالحليم شيخ جو.
سوال: مضمون "شاهه لطيف عظيم رهبر ۽ لافاني شاعر" ڪنهن جو لکيل آهي؟
جواب: نورالدين چنا جو.
سوال: ڪهڙي اخبار ۾ فقير محمد لاشاري جو تحرير ڪيل مضمون "شاهه لطيف هڪ سماجي مفڪر" آچر 24 جولاءِ 1994ع تي شايع ٿيو؟

جواب: ڪاوش اخبار ۾.

سوال: مضمون "لطيف تي حڪمرانن جي گهيرو" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: شبير نظاماڻي جو.

سوال: مقالو "شاهه جي شاعريءَ ۾ فن جي اپٽار" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: ڊاڪٽر الياس عشقيءَ جو.

سوال: مقالو "سنڌ ۾ لطيف جو پيغام" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: شازيہ انصاريءَ جو.

سوال: مضمون شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي شاعري جا مختلف انداز ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: يوسف شيخ جو.

سوال: مضمون "لطيف سدا حيات شاعر" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: اياز لطيف پليجو.

سوال: "لطيف سائين سنڌ جا محقق ۽ غلطين وارو معاملو" هي مقالو ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: سيد سلطان شاهه ساقي جو.

سوال: مضمون "عورت جو مرتبو ۽ شاهه سائين جي پيتا" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: ياسين قربان ڪونهارو.

سوال: 1967ع ۾ خادم درس مارئي جي ميلي ۾ ڪهڙو مقالو پڙهيو هو؟

جواب: مقالو "پڪن سندي پريت"

سوال: شاهه جي سورمي مارئي تي لکيل مقالو "پڪن سندي پريت" پهريون ڀيرو ڪهڙي رسالي ۾ شايع ٿيو؟

جواب: ماهنامو "اديون" اپريل 1969ع ۾ شايع ٿيو.
سوال: ڊرامو "ماسوري ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائي" ڪٿي تيار ڪيو ويو؟
جواب: ملائيشيا ۾.
سوال: ڊرامو ماسوري ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائي ڪڏهن ٽيليڪاسٽ ٿيو؟
جواب: ڊسمبر 2004ع تي.
سوال: شاهنواز سوڊر جو "نئين زندگي" رسالي ۾ سڀ کان پهريائين مقالو. شاهه صاحب تي ڪهڙي عنوان سان شايع ٿيو؟
جواب: "شاهه لطيف ۽ سنڌ ۾ ڪپڙي جي صنعت ۽ تجارت"
سوال: شاهنواز سوڊر جو مقالو "شاهه لطيف ۽ سنڌ ۾ ڪپڙي جي صنعت ۽ تجارت" ماهوار نئين زندگي ۾ پهريون ڀيرو ڪڏهن شايع ٿيو؟
جواب: فيبروري 1988ع ۾.
سوال: شعبان بخت شاهه لطيف جي ڪهڙين سورمين تي ناٽڪ لکيا؟
جواب: "سهڻي ميهار" ۽ "عمر مارئي".
سوال: مضمون "سر پرڀاتيءَ ۾ سمايل راز" آفتاب اخبار ۾ ڪڏهن شايع ٿيو؟
جواب: 23 ڊسمبر 1993ع.
سوال: 23 ڊسمبر 1993ع ۾ آفتاب اخبار ۾ شايع ٿيل مضمون "سر پرڀاتيءَ ۾ سمايل راز" ڪنهن جو لکيل آهي؟
جواب: ثاقب سومرو ابڙاني جو.
سوال: مضمون "سرتاج الشعراءَ شاهه عبداللطيف" جي ليکڪ جو نالو ٻڌائيندا؟

جواب: حاجي الطاف حسين.

سوال: ماهوار "سنڌ سپيتا" ۾ 15 جنوري کان 15 فيبروري 2006ع تي شايع ٿيل مضمون "سر ڪاپائتي ۾ شاهه صاحب جو فڪر" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: امداد مجيداڻي جو.

سوال: اربع 25 جنوري 2006ع تي روزاني عبرت اخبار ۾ شاهه لطيف جي شاعريءَ جي پس منظر ۾ شايع ٿيل مضمون "عشق ۽ انقلاب" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: اعجاز منگيءَ جو.

سوال: مقالو "پلاري پٽ ڏٽي جو ڪوٽڙيءَ ۾ اچڻ" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: الطاف اثيم جو.

سوال: لطيف مخزن 78_1977ع واري شماري ۾ مضمون "لاکو ڦلاڻي ۽ مهر راڻي" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: حسين بخش ڪولاچيءَ جو.

سوال: لطيف مخزن 78_1977ع واري شماري ۾ مضمون "سو ڏيهه پسندئينءَ مارئي" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: پير علي محمد راشديءَ جو.

سوال: مقالو "پٺائيءَ جي سنڌ، دانشور ۽ شڪارين جو انتظار" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: ارباب نيڪ محمد جو.

سوال: مقالو "شاهه جي ٻولي پاشا وگيان" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: ليلور چنداڻي جو.

سوال: اي جي اتم جي ترتيب ڏنل ڪتاب "شاهه سچل ساميءَ" ۾ ڪيترا مقالا ڏنل آهن.

جواب: ڏهه مقالا.

سوال: ڪتاب "شاهه عبداللطيف ڀٽائي فن، فڪر ۽ شخصيت جديد مطالعو" ۾ ڪيترا مضمون ترتيب ڏنل آهن؟

جواب: يارهن مضمون.

سوال: مضمون "ڀٽائي اڄ به سنڌين لاءِ ٻڌي ۽ ايڪتا جو تسلسل آهي" ڪنهنجو لکيل آهي؟

جواب: حميد سنڌيءَ جو.

سوال: رسالو "سرتيون" نومبر 2004ع ۾ شايع ٿيل مضمون "شاهه جي ڪلام ۾ عورت جو ڪردار" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: سعيده شفيق ميمڻ جو.

سوال: شاهه جا مضمون فيچر جي صورت ۾ ڪهڙي ريڊيو اسٽيشن تان نشر ڪيا ويا؟

جواب: ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان.

سوال: ڪتاب "مون مطالع سپرين" ۾ مقالو "شاهه ۽ قسمت" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: ڊاڪٽر اياز حسين قادري جو.

سوال: مقالو "شاهه جو رقيب" ڪنهن ترتيب ڏنو؟

جواب: اياز حسين قادري.

سوال: مضمون "شاهه عبداللطيف جا آئيڊيل جوڳيئڙا" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: نذير ناز جو.

سوال: 5 جولاءِ واري عبرت اخبار ۾ مضمون "لطيف سنڌ سنڌي زبان ۽ پورهيت" 1994ع ۾ ڪنهن جو شايع ٿيو؟

جواب: شيخ ثناءَ الله جو.

سوال: "شاهه عبداللطيف ڀٽائي تي تحقيق" مقالو ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: فوزيه ابڙو جو.

سوال: مضمون "ڀٽائي گهوٽ جو ڪلام" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: جوهر بروهيءَ جو.

سوال: مضمون "لطيف سائين جي قومي تحريڪ" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: طفيل مگسيءَ جو.

سوال: هفتيوار سنڌوءَ ۾ شايع ٿيل مضمون "شاهه لطيف عوامي شاعر" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: ڪريم عباسيءَ جو.

سوال: هفتيوار "سنڌو" ۾ شايع ٿيل مضمون "سر ماروي" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: ابن الياس سومري جو.

سوال: "ڀٽائي ڌانهن فرياد" مضمون ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: مدهوش مير محمد پيرزادي جو.

سوال: "سنڌ ڇو نه لطيف تي ناز ڪري" مضمون ڪنهن لکيو؟

جواب: حفيظ الله ڪورائيءَ.

سوال: ارباب علي ڇڄڙي جو شاهه لطيف متعلق ڪهڙو مضمون هفتيوار سنڌوءَ ۾ شايع ٿيو؟

جواب: مضمون "شاهه عبداللطيف ڀٽائي بحيثيت قومي شاعر"

سوال: "لطيف ايوارڊ هڪ جائزو" مضمون 22 ڊسمبر 1981ع ۾ ڪهڙي اخبار ۾ شايع ٿيو؟

جواب: هفتيوار برسات ۾.

سوال: مقالو "شاهه جي ٻوليءَ تي هندي ۽ پنجابي ٻولين جو اثر" ڪنهن جو لکيل آهي؟

جواب: ڊاڪٽر هدايت پريم جو.

